آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي.
(حديث شريف)

# وکر سو وهاءِ

(ديوان عليءَ مان اقتباسات)

مترجم:

محبوب علي جوکيو




سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي لميٽيڊ،
۸/۳ منظور چيمبرس، گاڏي کاتو،
حيدرآباد سنڌ

# پـاكـر

هيءُ ڪتاب، جيڪو ”وڪر سو وِهاء“ جي نالي سان اوهان جي هٿن ۾ حاضر آهي، سو حضرت علي عليه‌السلام جن جي ڪتاب ”ديوان علي“ جو ترجمو آهي، ۽ اقتباسات جي صورت ۾ آهي، يعني اصل ڪتاب مان، ترجمي ڪرڻ وقت، ڪجهه شعر ۽ ڪن شعرن مان ڪجهه مصراعون ڇڏيون ويون آهن. ائين ڪرڻ جو سبب هي آهي ته، جيڪي شعر يا مصراعون ڇڏيون ويون آهن، سي تاريخي واقعن سان واسطو رکندڙ آهن، ۽ انهن جي ڏيڻ سان انهن تاريخي واقعن جي به اپٽار ڪرڻ ضروري هئي، جن کان سواءِ انهن ڳالهين کي سمجهڻ دشوار ٿي پوي ها. تنهن کان سواءِ، ڪتاب جي ضخامت جو به خيال رکيو ويو ته جيئن اها وڌي نه وڃي.

هن ڪتاب ۾ صرف اهي ڳالهيون ۽ نڪتا ترجمو ڪيا ويا آهن، جيڪي پنهنجيءَ جاءِ تي، اڪيلي سر به، سراپا نصيحت ۽ هدايت آهن، ۽ جن کي، بنا ڪنهن پس منظر بيان ڪرڻ جي يا تشريح ۽ تفسير ڪرڻ جي، سمجهي سگهجي ٿو.

هر هڪ شعر کي ڌار ڌار نمبر ڏنو ويو آهي ۽ ان شعر جي هر هڪ مصرع کي گل جي نشانيءَ (*) سان ڌار ڪيو ويو آهي.

ڪيترن نسخن ۾، هر هڪ شعر جو عنوان يا سرو ڏنل آهي، پر مون ائين ڪونه ڪيو آهي. مون وٽ ان لاءِ اهو دليل آهي ته عنوان ڏيڻ سان ان شعر جي معنيٰ ۽ مفهوم کي حدون لڳي وڃن ٿيون ۽ پڙهندڙ رڳو انهيءَ دائري اندر سوچي ٿو ۽ ان شعر جي معنيٰ ۽ مفهوم جي محدود هجڻ جو اثر قبولي ٿو. تنهن کان سواءِ حقيقت اها به آهي ته حضرت علي جي شعرن کي ڪن خاص حدن اندر بند ڪرڻ بهتر به نه آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي هر هڪ مصرع، سٽ يا لفظ ۾ ڪيتريون ئي معنائون ۽ مطلب آهن، جن کي آسانيءَ ۽ آزاديءَ سان پنهنجو پاڻ محسوس ڪرڻ ۽ سمجهڻ لاءِ پڙهندڙن کي آزاد ڇڏي ڏجي ته چڱو آهي.

حقيقت اها آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ مان ترجمو ڪرڻ هڪ نهايت ئي ڪٺن ڪم آهي. ترجمي ڪرڻ وقت، ٻوليءَ جي فصاحت، بلاغت ۽ رنگينيءَ کان سواءِ، مفهوم ۽ مطلب جو به خاص ڌيان رکڻو پوي ٿو. وري شعر جو ترجمو ڪرڻ ته تنهان ئي اوکو آهي.

هن ترجمي جي سلسلي ۾، اهو ئي عرض ڪندس ته مفهوم ۽ مطلب جو گهڻو خيال رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته اصل شيءِ ته اها ئي آهي، جنهن لاءِ ڪتاب ٻين ٻولين مان ترجمو ڪيا وڃن ٿا.

آخر ۾، آءٌ پنهنجي محسن ۽ مهربان بزرگ ساٿي، محترم محمد ابراهيم جويي جن جو ٿورائتو آهيان، جن صاحبن هن

ڪتاب کي پنهنجي نظرداريءَ هيٺ ڇپائي، سنڌي ادبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي، حيدرآباد، پاران پڌري ڪرڻ جو اهتمام ڪيو.

شهدادپور، سنڌ، 
تاريخ ۱- سپٽمبر ۱۹۷۷

خادم الفقراء
**محبوب علي جوکيو**

وڳر سو وڃاءِ، جو ڀَڄي پراڏو نه ٿئي،
ويڇيندي ولاتَ ۾، ذرو ٿئي نه ضاعِ،
ساڳا هتِ هلاءِ، آڳهه جنهن جي آهين.

— شاهه

# بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## (١)

* سمورا انسان، شڪل شباهت جي لحاظ کان، هڪجهڙا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جو پيءُ آدم آهي ۽ ماءُ حوّا آهي.

* مائرون، سواءِ هڪ ٿانءَ جي، ڪجهہ بہ نہ آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي نطفي لاءِ امانتگاهہ آهن، باقي حسب نسب لاءِ پيءُ آهن.

* جيڪڏهن مائهن لاءِ حسب نسب ۾ ڪا وڏائي آهي، جنهن تي هو فخر ڪن ٿا، تہ آهو آهي مٽي ۽ پاڻي.

* جيڪڏهن تون نسب وارن لاءِ ڪو بہ فخر ظاهر ڪرين ٿو، تہ تحقيق، منهنجي لاءِ فخر جو باعث نسب آهي سخاوت ۽ بلند اخلاق.

* فضيلت صرف اهلِ علم وارن لاءِ آهي، ڇاڪاڻ تہ آهي خود بہ هدايت جي راهہ تي آهن ۽ هدايت جي طالبن لاءِ بہ رهنما آهن.

* ۽ انسان جو قدر ۽ قيمت انهيءَ ۾ آهي تہ ڀيا هن ڪي نيڪ سمجهن، باقي جاهل تہ عالمن جا دشمن هوندا ئي آهن.

* علم حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ ان جو ڪو بہ اجورو نہ چاهيو، ڇاڪاڻ تہ جاهل انسان مردي وانگر آهي ۽ عالم زنده وانگر.

(٢)

* جاهل جي صحبت اختيار نہ ڪر. توں هن ڪان پري رهہ ۽ کيس بہ پاڻ ڪان پري وڪ، ڇاڪاڻ تہ ڪيترا ئي جاهل آهن، جن عقلمندن کي تباهہ ڪري ڇڏيو، حالانڪ هنن سائن ڀائيچارو بہ رکيو.

* ماڻهوءَ جو اندازو ان وقت لڳائي سگهجي ٿو، جڏهن هو پاڻ سان گڏ هجي، ۽ ڪن شين جي وچ ۾ امتياز ڪرڻ لاءِ ڪجهہ طريقا آهن.

* ۽ دل کي دل مڃهاڻ انهيءَ وقت راهہ ملندي آهي، جڏهن هوءَ ان سان ملندي آهي.

(٣)

* دوستيءَ ۽ ڀائيچاري وارو زمانو بدلجي ويو ٿو، جڏهن سچائي ناپيد ٿي وڃي ٿي ۽ ماڻهن سان وابستہ ڪيل اميدون ٽٽي پون ٿيون.

* زماني مون کي انهيءَ دوست جي حوالي ڪري ڇڏيو، جيڪو ڏاڍو بيوفا آهي ۽ جنهن وٽ مروت نہ آهي.

* جلد ئي، جنهن ماڻهن کي مون ڪان بي پرواهہ ڪري ڇڏيو آهي، سو مون کي بہ انهن ڪان بي نياز ڪري ڇڏيندو، ڇاڪاڻ تہ نہ مفلسي هميشہ رهندي آهي ۽ نہ وري دولتمندي.

* ڪا بہ نعمت هميشہ رهڻ واري نہ آهي. اهڙيءَ طرح سختيءَ ۽ تڪليف کي بہ بقا نہ آهي.

* جيڪا دوستي خدا ڪارڻ آهي سا پاڪ آهي، پر بداطواريءَ واريءَ محبت ۾ خلوص نه هوندو آهي.
* جڏهن آءٌ ڪنهن گهاٽي دوست جي بي وفائي ڏسندو آهيان، ته آءٌ پنهنجي ذاتي وقار ۽ حياءَ کي نظر ۾ رکي، ان کي درگذر ڪري ڇڏيندو آهيان.
* هر زخم لاءِ ڪا نه ڪا دوا آهي، پر بداخلاقيءَ جي ڪا به دوا نه آهي.
* ڪيئي پائر آهن، جن سان مون دوستي نباهي، پر انهن جي دوستي ۽ وفاداري هميشه نه رهي.
* هو جڏهن مون کي روبرو ڏسندا آهن، ته دوستي قائم رکڻ جي ڳالهه ڪندا آهن، ۽ انهن جي دوستي ان وقت تائين باقي رهندي آهي، جنهن وقت تائين هو روبرو هوندا آهن.
* آهي ان وقت تائين دوست رهندا آهن، جنهن وقت تائين منهنجو انهن ۾ ڪم نه پوندو آهي، ۽ جڏهن ڪو وقت ايندو آهي ته ڦري منهنجا دشمن ٿي پوندا آهن.
* بس، جڏهن آءٌ سندس نظر کان دور ٿي ويندو آهيان ته هو مون کان بيزار ٿي ويندو آهي ۽ پرپٺ بدشد ڳالهائيندو آهي.
* جڏهن اهل بيت جي سردار دنيا مان ڪوچ ڪيو، ته ماڻهن جي طرفان اهل بيت تي ظلم ۽ ستم به ظاهر ٿيو.

(۳)

* انهن (عورتن) جو ذڪر ئي نه ڪر، جن ۾ ڪا وفا ئي

آهي. انهن جا وعدا اهڙا ئي عارضي آهن، جهڙا هوا جا جهوٽا.
* اهي توهان جي دلين کي ٽوڙين ٿيون، پر جوڙين ڪونه ٿيون. انهن جون دليون وفا کان خالي آهن.

(٥)

* ڪيترا ئي ماڻهو دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪن ٿا، پر انهن کي نٿي ملي. ٻيا ڪوشش به نٿا ڪن، پر انهن کي ملي ٿي وڃي.
* ڪوشش ڪرڻ وارا خوب مال گڏ ڪن ٿا، ته جيئن انهيءَ شيءِ جا مالڪ بڻجي وڃن، جنهن جا مالڪ بدبخت ۽ بدانجام هئا.
* هڪ بصيرت جو صاحب عالم ۽ ٻيو جاهل، اهي ٻيئي برابر نه آهن.
* جيڪڏهن ڪنهن زماني تي ڪاوڙ ڪئي، ته ان لاءِ اها ڪاوڙ، تڪليف جو باعث بڻبي.
* ماڻهو کي مفاسي ايتريءَ حد تائين به ذليل ڪري ٿي، جو جيڪڏهن هو سچ به ڳالهائي ٿو ته به هن جي ڳالهه ڪوڙي سمجهي وڃي ٿي.

(٦)

* اهو شخص مئل نه آهي، جنهن مري وڃڻ کان پوءِ سڪون حاصل ڪيو. حقيقت ۾ مئل اهو آهي، جيڪو دنيا جي زندگيءَ لاءِ مري ٿو.

(٧)

* دنيا کي ٽي طلاقون ڏيئي ڇڏ، ۽ ان کان سواءِ ڪا ٻي زال تلاش ڪر، ڇاڪاڻ ته هيءَ هڪ بري عورت آهي ۽ اِها اهڙي ماڻهوءَ جي پرواهه نٿي ڪري، جيڪو وٽس موجود آهي.
* جڏهن دنيا جون اسيدون ڪنهن شخص وٽان پوريون ٿي وڃن ٿيون، ته پوءِ هوءَ اُنهيءَ کان منهن موڙي وڃي ٿي.

(٨)

* اي دنيا جا عاشق، هن جو رخ ته تنهنجي غير ڏانهن آهي. جڏهن هوءَ توکان منهن موڙي ٿي، ته توکي ڏاڍي ندامت ٿئي ٿي.

(٩)

* دنيا کان پرهيز ڪر، ڇاڪاڻ ته هُن جو صحن فنا جو مقام آهي ۽ نه بقا واري جڳهه.
* هُن جي صفائي ڪدورت آميز آهي ۽ هن جي راحت ۾ مصيبت پنهان آهي.

(١٠)

* دنيا جون ٻه حالتون آهن: سختي ۽ نرمي. ۽ هُن جا ٻه نمونا آهن: نعمت ۽ زحمت.
* جڏهن ڪنهن هوشيار ۽ اديب جوان کي زمانو ستائي ٿو،

ته هن ڪان به صبر چڏائي وڃي ٿو.
* جيڪڏهن مون تي ڪو به حادثو پيش اچي، ته بيشڪ آءٌ حادثن برداشت ڪرڻ لاءِ سخت پٿر مثل آهيان.
* آءٌ پنهنجي علم جي وسيلي مصيبتن کي چاڙان ٿو. تحقيق، نه نعمت هميشه رهندي ۽ نه وري زحمت.

(١١)

* بيشڪ، سيني ڏينهن مان ڇنڇر جو ڏينهن ٺي آهي، جنهن ڏينهن توهين شڪار ڪرڻ جو ارادو ڪريو.
* آچر تعميراتي ڪمن لاءِ بهتر آهي، ڇو ته انهيءَ ڏينهن الله تعاليٰ آسمانن جي ناهڻ جي شروعات ڪئي هئي.
* سومر جو ڏينهن اهڙو آهي، جو ان ۾ سفر ڪجي ته مقصد حاصل ڪرڻ ۽ دولتمندي حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿيندي.
* جيڪڏهن ڪو سِير ڇوڙائڻ چاهي، ته اڱارو ڏينهن ٺئي، ڇاڪاڻ ته ان ڏينهن جي ڪن گهڙين ۾ خون وهڻ جو اثر هوندو آهي.
* جيڪڏهن ڪو شخص دوا پيئڻ چاهي ته ان لاءِ بهترين ڏينهن اربع آهي.
* خميس جو ڏينهن ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ آهي. انهيءَ ڏينهن رب تعاليٰ دعا جي اجازت ڏيندو آهي.
* ۽ جمعي جو ڏينهن وهانءَ شاديءَ لاءِ آهي. انهيءَ ڏينهن، مرد ۽ عورت جو لطف حاصل ڪرڻ بهتر آهي.
* ۽ هن علم کي ڪو به ڪونه ٿو ڄاڻي، سواءِ نبي ڪريم

جي، يا انهيءَ شخص جي، جنهن کي نبيءَ جي وصيت
ڪيل هجي.

## (١٢)

* آءٌ حاضر آهيان، حاضر آهيان، حاضر آهيان. تون منهنجو
مالڪ آهين. پوءِ، تون ئي پنهنجي بندي تي رحم ڪر،
ڇاڪاڻ ته هو توکي التجا ڪري ٿو.
* اي بلنديءَ ۽ برتريءَ وارا، سون کي تو تي ئي ڀروسو آهي.
بيشڪ، انهيءَ لاءِ خوشخبري آهي، جنهن جو تون مالڪ آهين.
* خوشخبري آهي انهيءَ شخص لاءِ، جيڪو پنهنجي گناهن
تي پشيمان آهي ۽ رات جو جاڳندڙ آهي ۽ پنهنجي تڪليفن
جو فرياد رب پاڪ سان ڪري ٿو.
* انهيءَ لاءِ نه ڪا بيماري آهي ۽ نه وري ڪا برائي، جنهن
جي محبت جو ٿورو حصو به پنهنجي مالڪ لاءِ آهي.
* اي منهنجا ٻندا، تو مون کان سوال ڪيو، ۽ تون منهنجي
حمايت ۾ آهين، ۽ تو جيڪو ڪجهه چيو، سو مون ٻڌي
ورتو آهي.
* منهنجا فرشتا تنهنجي آواز جا مشتاق آهن ۽ بيشڪ مون
تنهنجي گناهن کي معاف ڪري ورتو آهي.
* تو جيڪي خواهشون ڪيون آهن، اهي توکي دائمي بهشت
۾ حاصل ٿينديون. تنهنجي لاءِ اها خوشخبري آهي، خوشخبري
آهي، خوشخبري آهي.

* مون ڪان بي خوف ۽ بي خطر ٿي گهر. ڏڄ نه. بيشڪ آءٌ معبود آهيان.

(۱۳)

* ڇا، نبي ڪريم جي دفن ڪفن ڪان پوءِ، اسان جي لاءِ ڪو غم ڪرڻ جو موقعو نه آهي، ڇاڪاڻ ته هو قبر ۾ مقيم ٿي ويا!

* تحقيق، سندس جدائيءَ سبب اسين سڀ غم ۾ مبتلا ڪيا وياسون، ڇاڪاڻ ته هاڻي جڏهن اسين هين بدحاليءَ ۾ زنده رهنداسون، ته سندن مثل اسان جي جماعت ۾ ڪونه هوندو.

* هو پنهنجي گهر وارن ڪان سواءِ، اسان (قوم) لاءِ به قلعي مثل هو، ۽ دشمن ڪان بچڻ لاءِ انهن وٽ مضبوط ۽ مستحڪم پناه گاهه هو.

* اسين، سندس ديدار سان، صبح ۽ شام، روشني ۽ هدايت حاصل ڪندا هئاسون، ڇاڪاڻ ته هو، صبح ۽ شام، اسان ۾ موجود هوندو هو.

. بيشڪ، هن جي انتقال ڪان پوءِ، اسان تي تاريڪي پکڙجي ويئي آهي ۽ رات جي اونداهي ته اجا به وڌيڪ گهري ٿي ويئي آهي.

. جڏهن پڌايو ويو ته رسول الله انتقال ڪري ويو ته ماڻهن لاءِ زمين، وسيع هئڻ جي باوجود به، تنگ ٿي ويئي، ڇاڪاڻ ته رسول ڪريم هاڻ انهن وٽ ڪونه رهيو.

. بيشڪ، مسلمانن لاءِ اهڙي مصيبت نازل ٿي، جهڙو پٿر ۾

شگاف. جيئن پٿر جو شگاف جوڙي نٿو سگهجي، تيئن رسول ڪريم جن جي تلافي تي نٿي سگهي.
* ماڻهو، اِنهيءَ مصيبت کي گهٽ ڪونہ ٿا سمجهن، ڇاڪاڻ تہ آنهن جي جا هڏي ٽٽي پيئي آهي، سا وري گنڍجي نٿي سگهي.
* هر وقت، حضرت بلال، نماز لاءِ ماڻهن کي سڏي ٿو، ۽ جڏهن بہ سڏي ٿو، تہ رسول الله جي نالي تي سڏي ٿو.
* ۽ قومون، لڏي ويل جي ورثي جون طلبگار ٿينديون آهن، پر اسان وٽ هن جي نبوت ۽ هدايت جو ورثو آهي.

(١٤)

* جڏهن ماڻهن هدايت ۽ سڌو رستو نہ ڏٺو، تہ اسان اهڙن گمراهہ ماڻهن کي، رسول ڪريم جي تعظيم ۽ تڪريم سبب، ڪانئن دور رکيو.
* جڏهن رسول ڪريم اسان وٽ هدايت کڻي آيو هو، تہ اسين سڀ، سچائيءَ ۽ پرهيزگاريءَ سان، خدا جا فرمانبردار ٿي ويا هئاسون.
* اسان رسول ڪريم جي آن وقت مدد ڪئي، جڏهن ماڻهو ڪانئن ڦري ويا هئا. جيڪي مسلمان عقلمند هئا، سي ئي ڏانهن متوجہ ٿيا هئا.

(١٥)

* اي حسين، بيشڪ آءٌ نصيحت ڪرڻ وارو ۽ ادب سيکارڻ وارو آهيان. پوءِ، تون ان کي سمجهہ. عقلمند اهو آهي،

جيڪو ادب سکي ڏي.

* پنهنجي مهربان پيءُ جي وصيت کي ياد رکو، چاڪاڻ ته هو توهان کي ادب ۽ تميز جي غذا سان پالي ٿو، ته جيئن توهان هلاڪ نه ٿيو.

* اي منهنجا پٽ، بيشڪ رزق جي ضمانت خدا جي طرفان آهي. پوءِ تنهنجي لاءِ لازم آهي ته جنهن شيءِ جي تو کي گهرج آهي، سا چڱي طريقي سان حاصل ڪر.

* صرف مال گڏ ڪرڻ کي پنهنجو پيشو نه بڻاءِ، ۽ پنهنجي ڪمائيءَ جي طريقن ۾ خدا کان ڊڄندو رهه.

* رب پاڪ سموري مخلوقات جي رزق جي ضمانت ڏني آهي. مال ۽ دولت جي اِها حالت آهي، جو اچي ٿي ۽ وڃي ٿي.

* جڏهن انسان ڪو وسيلو اختيار ڪري ٿو، ته انهيءَ وسيلي جي ذريعي، اڪ چنيڻ کان اڳ، رزق هن وٽ پهچي وڃي ٿو.

* اي پٽ، بيشڪ قرآن شريف ۾ نصيحتون آهن. پوءِ آهي ڪو اهڙو شخص، جيڪو انهن منجهان ادب سکي!

* الله جي ڪتاب کي پنهنجي گهر ۾ پڙهه، انهيءَ قوم جي اڳيان به قرآن شريف جي تلاوت ڪر، جيڪا قرآن تي قائم آهي.

* (قرآن کي) گهڻي غور ۽ فڪر سان پڙهه، ۽ عاجزيءَ سان ۽ تقرب حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهه، چاڪاڻ ته الله جي نزديڪ اهو ئي پيارو هوندو آهي، جيڪو سندس قربت چاهيندو آهي.

* ۽ خلوص سان پنهنجي رب جي عبادت ڪر، ۽ جيڪي

مثال، موقعن پٽاندر، ڏنا وڃن ٿا، انهن مان سبق حاصل ڪر.
* ۽ جڏهن تلاوت ڪندي، اهڙيءَ آيت تي پهچين، جيڪا ڊيڄارڻ واري هجي ۽ عذاب بيان ڪندي هجي، ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪجهه ترس، جيئن تنهنجا ڳوڙها ڳڙي نڪرن.
* اي خداوند، تون جنهن تي به چاهين ٿو، پنهنجي عدل مطابق عذاب ڪرين ٿو. مون کي انهن ماڻهن مان نه ڪر، جن تي تنهنجو عذاب ٿيندو.
* بيشڪ آءٌ پنهنجي خطائن ۽ لغزشن کان باز اچان ٿو. آءٌ انهن کان پري پڇي رهيو آهيان. اي خداوند! چئو، سندس جو پڇڻ تو کان سواءِ، ڪنهن ٻئي ڏانهن آهي؟
* ۽ جڏهن تون ڪنهن اهڙيءَ آيت تي پهچين، جنهن ۾ چڱن وسيلن ۽ تعجب جهڙيءَ جنت جي تعريف هجي،
ته تون پنهنجي پروردگار وٽ توبهه ڪر، ۽ خلوص سان، دائمي بهشت جي طلب ڪر، جهڙيءَ طرح ويجهڙائيءَ چاهڻ وارا طلب ڪندا آهن.
* ۽ ڪوشش ڪر، شايد تون انهيءَ سرزمين تي پهچي وڃين، ۽ اهڙين جاين جي راحت حاصل ڪرين، جيڪي ڪڏهن به ويران نه ٿينديون.
* ۽ توکي اهڙي خوشي حاصل ٿيندي، جنهن جو مدو ڪڏهن به ختم نه ٿيندو ۽ شايد توکي شرف ۽ ڪرامت جو اهڙو ملڪ ملي وڃي، جيڪو توکان ڪڏهن به کسيو نه ويندو.
* جيڪڏهن تون ڪنهن نيڪ ڪم جو ارادو ڪرين، ته ان

ارادي ۾ سبقت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪر ۽ انهن برن خيالن جو خوف ڪر، جيڪي غالب پئجي ويندا آهن ۽ برابر مسلسل ايندا رهندا آهن.

* ۽ جڏهن تو ۾ ڪنهن برائيءَ جو ارادو پيدا ٿئي، ته انهيءَ ڪان پنهنجي اک بند ڪري ڇڏ، ۽ اهڙي ڪم کان بچ، جنهن کان بچڻ لازمي آهي.

* پنهنجي دوست لاءِ، هٿ ۽ ٻانهون وڇائي ڇڏ. اُن لاءِ اهڙو مهربان ٿي وڃ، جهڙو پيءُ پنهنجي اولاد لاءِ هوندو آهي.

* مهمان جي تعظيم ڪر، جيسين هو تنهنجي سايي هيٺ آهي - ايتري قدر، جو هو توکي پنهنجو وارث سمجهي ۽ پنهنجائپ جي دعويٰ ڪري.

* انهيءَ شخص کي تون پنهنجو دوست بڻاءِ، جو تون هن سان ڀائيچارو ڪرين، ته هو به اهڙي ڀائيچاري جي حفاظت ڪري ۽ تنهنجي دشمنن کي ماري.

* چڱن دوستن جي تلاش ڪر، جيئن ڪو مريض شفا جي ڳولا ڪندو آهي، ۽ ڪوڙن دوستن کي ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ ته اهي صحبت جي لائق نه آهن.

* جنگ ۽ تڪليف وقت پنهنجي دوست جي حفاظت ڪر، ۽ تنهنجي لاءِ اهڙي شخص سان دوستي ڳنڍڻ ضروري آهي، جيڪو ڪوڙ نه ڳالهائي.

* ڪوڙي کي ڇڏي ڏي. ان جي ويجهڙائي ۽ همسايگي ترڪ ڪر. ڇاڪاڻ ته ڪوڙو ماڻهو انهيءَ شخص کي به ڪوڙ ۾

آلوده ڪري ڇڏيندو آهي، جيڪو ان وٽ ويهندو آهي.
* ڪوڙو ماڻهو توهان کي پنهنجي زبان سان اهي شيون ڏيندو آهي، جيڪي اميدن کان ٻه مٺيون هجن، ۽ پوءِ دوکو ڏيئي، توهان کان وري اهڙيءَ طرح ڦري ويندو آهي جهڙيءَ طرح لومڙي.
* ۽ ذليل خوشامدڙين کان بچ، ڇاڪاڻ ته آهي مصيبتن ۾ تنهنجي لاءِ اهڙي شخص وانگر آهن، جيڪو ٻاهر پڙڪائيندو آهي پر وسائي نه ڄاڻندو آهي.
* آهڙا ماڻهو، انسان جي چوطرف، اهڙي وقت ڦرندا آهن، جڏهن کين ڪنهن شيءِ جي لالچ هوندي آهي. پر جڏهن زمانو مخالف ٿي ويندو آهي، ته هو به ظلم ڪرڻ لڳندا آهن ۽ غائب ٿي ويندا آهن.
* جيڪڏهن تون منهنجي نصيحت کي قبول ڪرين، ته بيشڪ مون توکي نصيحت ڪري ڇڏي آهي، ۽ بيشڪ نصيحت انهن سڀني شين کان سستي آهي، جيڪي وڪڻجن ٿيون ۽ خريد ڪجن ٿيون.

(١٦)

* اي حسين، جڏهن تون ڪنهن شهر ۾ مسافر ٿين، ته اتي جي آدابن ۽ معاشرت جو لحاظ رک.
* انهن ماڻهن ۾، پنهنجي عقلمنديءَ تي فخر نه ڪر، ڇاڪاڻ ته هر قبيلي ۾ عقلمند هوندا آهن.

* ڪاش، ابي طالب جو پٽ، آنهن ڪمن ۾ آنهن اسبابن مطابق عمل ڪري!

* دنيا جي اسباب تي خوشي نہ ڪر ۽ ان جي مصيبتن ڪان پريشان نہ ٿيءُ.

* ايندڙ وقت کي گذريل ٿي سمجھہ، تہ توکي راحت ٿئي، ۽ حريصن وانگر تون سيڪنهن شيءِ جي تلاش نہ ڪر.

* جڏهن آءٌ بذات خود، پنهنجي اولاد سميت، جنگ جي ميدان ۾، موجود آهيان:

* (۽ ائين محسوس ٿو ڪريان تہ) اسان جون ڏاڙهيون رت ۾ رڱيل آهن، جهڙيءَ طرح ڪنوار پنهنجي لعل لباس ۾ رنگين هوندي آهي.

* مون انهيءَ واقعي کي ڏٺو آهي، جيتوڻيڪ اهو چشم ديده نہ بہ آهي. مون کي (ان واقعي) جون ڪنجيون ڏنيون ويون آهن.

* آهي اهڙيون مصيبتون آهن، جيڪي توکي اِنهيءَ ڳالهہ تي آماده ڪنديون تہ تون (حق کان) ڦري وڃ. پوءِ تون انهن جي نازل ٿيڻ کان اڳ ئي تيار ٿيءُ.

* جڏهن تہ پيا ماڻهو، قيامت جي ڏينهن، مصيبتن ۽ پريشانين ۾ هوندا، تڏهن اسان جو مالڪ اسان لاءِ قيامت کي خوشگوار ڪندو.

* اي حسين، هو ئي تنهنجي خون جو قدر ڪرڻ وارو آهي. پوءِ، بهتر آهي تہ تون آنهن مصيبتن جي تڪليف ۽ رنج تي صبر ڪر.

* هر هڪ قتل جي عيوض، هزار هزار قتل ٿيندا ۽ (قاتلن جي) گروهن کي قتل ڪرڻ ۾ ڪا به گهتتائي نه ڪئي ويندي.
* انهيءَ وقت، ظالمن کي انهن جي عذر ۽ انهن جي سختين جون ڳالهيون ڪو به نفعو ڪونه پهچائينديون.
* اي حسين، جدائيءَ ۾ غمگين نه ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته تنهنجي دنيا ته قربان ٿيڻ لاءِ پيدا ٿي آهي.
* موتين کان دريافت ڪر، ڇاڪاڻ ته آهي توکي فصاحت سان ٻڌائيندا ته منجهن، سندن مالڪن لاءِ، هميشگي ۽ دوام نه آهي.
* اڄ دين آهيان، ۽ ايمان وارن لاءِ، ان ۾ شڪ جي ڪا به گنجائش نه آهي. (اها ڳالهه) قرآني آيتن ۽ احڪامن مان ثابت ۽ واضح آهي.
* پوءِ، درود پڙهه پنهنجي نانا تي، محڪم رهه بلند اخلاق تي، ۽ آيتن جي طلبگارن تي سلام چئه.

(١٤)

* مصيبتن جي وقت، صبر جي چادر پهر، ته جيئن توکي صبر جو ڦل حاصل ٿئي.
* هر هڪ ٽولي ۾، تحمل جا صاحب ۽ بردبار موجود آهن، ڇاڪاڻ ته بردباري ۽ تحمل ٻئي سڀ کان وڌيڪ دوست آهن.
* دوست جي عهد ۽ پيمان جي حفاظت ڪر، ته جيئن توکي انهيءَ حفاظت جي سبب، پاڪ صاف مشرب جي لذت حاصل ٿئي.

* هر هڪ نعمت تي خدا جو شڪر ڪر، ته هو توکي آنهن نعمتن ۾ برڪت ۽ تسڪين بخشي.
* ۽ ڪنهن ٻه شخص لاءِ، سواءِ انهيءَ شيءِ جي، جيڪا هو خود حاصل ڪري ٿو، ٻيو ڪجهه ٻه نه آهي. پوءِ، تڏڪي گهرجي ته پنهنجي لاءِ بلند ترين مرتبو حاصل ڪر.
* حلال طريقي مان رزق جي طلب ڪر، ته جيئن هر طرف کان تنهنجي روزيءَ ۾ برڪت پوي.
* پنهنجي عزت ۽ آبروءَ جي حفاظت ڪر ۽ ان کي برباد نه ڪر ۽ ماتحتن کان بخشش ۽ عطا جو سوال نه ڪر.
* جڏهن تنهنجو دوست تو وٽ احسان لاءِ اچي، ته پوءِ تون ٻه پنهنجي دوست جي حقن کي واجب ۽ لازم سمجهه.
* پنهنجي والدين جو محافظ ٿيءُ ۽ پنهنجي پرهيزگار پاڙيسرين ۽ عزيزن جو مددگار ٿيءُ.

## (١٨)

* جوان مرد لاءِ حسب ڪابه شيءِ نه آهي. حسب اڻ وقت تائين مڪمل نه آهي، جيستائين آن ۾ ادب شامل نه آهي.
* علم حاصل ڪر ۽ ادب سک، ته جيئن تون انهن مان بهره اندوز ٿين ۽ علم جي طلب کي بهتر سمجهين.
* اها دوستي صحيح نه آهي، جيڪا قائم نه رهي سگهي. آن ۾ ته عهد جي پورائي ۽ دوست جي حقن جي نگراني، غصي جي حالت ۾ ٻه هجي.

* جيڪو حضرت محمد صلعم جي ڏين مان ادب نٿو سکي سگهي، اهو پريشان حال ۽ مضطرب رهي ٿو.

(۱۹)

* زمانو، وقتي، پنهنجي گردن جي ڦاهي، تنهنجي گردن ۾ وجهي ڇڏيندو آهي، پر توکي اِنهيءَ ڳالهه تي پريشان نه ٿيڻ گهرجي، بلڪ اُن کان گريز ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

* بيشڪ، پريشان ٿيڻ وارو، ڇڪڻ جي حالت ۾ گهڻيءَ واري گهٽتي کي وڌيڪ تنگ ڪري ٿو.

(۲۰)

* اَءُ پنهنجي نفس کي صبر ڪرڻ لاءِ چوان ٿو، پر هو نهايت تنگ آهي. زماني هن تي عجيب ڪارناما ظاهر ڪيا آهن.

* پنهنجي نفس کي چوان ٿو ته هو زماني جي سختيءَ تي صبر ڪري؛ جيڪو صاحب حسب هوندو آهي، اهو صابر به هوندو آهي:

* ۽ جلد ئي، رب پاڪ پنهنجي اجر جا دروازا کوليندو، ۽ اُن ۾ تڪليفن جي عيوض راحت آهي.

(۲۱)

* جڏهن دليون نااميديءَ هيٺ اچي ويندڀون آهن، ته ڪشادو سينو به تنگ ٿي پوندو آهي.

* (اُن وقت) سختيون (دل ۾) جڳهه پيدا ڪري وٺنديون آهن

۽ غم پنهنجي گهرن ۾ (دلين ۾) قائم ٿي ويندو آهي.
* ان وقت، غم ٽارڻ جي ڪا به صورت نظر نه ايندي آهي، پر تنهن هوندي به، صاحب تدبير پنهنجي تدبيرن کان مطمئن هوندو آهي.
* (اهڙيءَ) نااميديءَ جي وقت، تو وٽ ڪو به سوالي پهچي وڃي، ته آهو خدا تعاليٰ تو تي احسان ڪري ٿو.
* جڏهن سڀ سختيون انتها جي درجي تي پهچي وينديون آهن، ته پوءِ راحت نزديڪ اچي ويندي آهي.

(٢٢)

* ذلت جي رستي عيش آرام جي طلب نه ڪر، ۽ پاڻ کي ڪميڻيءَ طلب يا بريءَ خواهش کان متاهون رک.
* جڏهن تون محتاج ٿي پوين، ته پنهنجي محتاجيءَ کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪر، پر هر ڪم‌ظرف کان پري رهه.
* تنهنجو رزق جلد ئي تو وٽ پهچي ويندو، پوءِ چاهي اهو ستارن کان به پري هجي.

(٢٣)

* تون مون کان نه پڇ ته "تنهنجو ڪهڙو حال آهي."
ڇاڪاڻ ته آءٌ زماني جي حادثن تي به صبر ڪرڻ وارو آهيان.
* آءٌ اِنهيءَ ڳالهه جو خواهشمند آهيان ته دوست کي خوش ۽ دشمن کي رنجيده نه ڏسان.

(٢٤)

* جڏهن دنيا تو تي بخشش ڪري، ته تون بہ مال جي سخاوت ڪر.
* سخاوت سخيءَ کي فنا نہ ٿي ڪري، ۽ ڪنجوسي سخاوت کي باقي نٿي رکي سگهي.

(٢٥)

* مال جي ڪثرت انسان جي عيبن کي ڍڪي ڇڏي ٿي. دولتمند جيڪو ڪجهہ چوي ٿو تنهن کي سچ سمجهيو وڃي ٿو، حالانڪ آهو ڪوڙ هوندو آهي.
* مال جي ڪمي انسان جي عقل کي ذليل ڪري ٿي. ماڻهو آن کي احمق سمجهن ٿا، حالانڪ آهو ئي عقلمند هوندو آهي.

(٢٦)

* مون هر سختيءَ تي غلبو حاصل ڪيو، پر محتاجي مون کي ڏيڇاري ٿي.
* جيڪڏهن آءٌ محتاجيءَ کي ظاهر ڪريان، تہ آن ۾ برائي آهي. جيڪڏهن مان ان کي لڪايان تہ اها مون کي تڪليف رسائيندي.

(۲۷)

* جيڪڏهن دنيا دانائيءَ، عقل ۽ فضيلت سان حاصل ٿي سگهي ها، ته آءٌ ان جي بلند مرتبي تائين پهچي وڃان ها.
* پر، روزي هڪ حصو آهي ۽ تقسيم ٿيل شيءِ آهي، جيڪا خدا تعاليٰ جي فضل سان ملي ٿي، ۽ نه طلب ڪرڻ واري جي تدبير سان.

(۲۸)

* الله جي طرفان انسان لاءِ عمدو حصو آهي عقل. چڱين شين ۾ ڪا به بي اهڙي شيءِ نه آهي، جيڪا عقل جي برابر هجي.
* الله تعاليٰ جڏهن انسان جو عقل مڪمل ڪري ڇڏيو، ته ڄڻ هن جا اخلاق ۽ مقصد به مڪمل ٿي ويا.
* عقل جي ڪري، جوان مرد، ماڻهن ۾ رتبو حاصل ڪري ٿو ۽ عقل سان ئي هن جي معلومات ۽ تجربي جا ڪم هلندا رهن ٿا.
* جوان مرد، ماڻهن جي محفل ۾، پنهنجي عقل جي صحت سبب، زينت جو صاحب نظر اچي ٿو.
* انسان جي ڪم عقلي، ماڻهن ۾، کيس بدنام ڪري ٿي، پوءِ چاهي ان جو حسب نسب ڪيترو به اعليٰ هجي.
* جيڪو شخص، عقل ۽ شجاعت جي لحاظ کان، (پين تي) غالب هوندو آهي، ته ان تي وري سخي، روزيءَ جي معاملي ۾، غالب رهندو آهي.

(٢٩)

* اسان جي دور ۾ مصيبتون هجن ته عجب جهڙي ڳالهه نه آهي، پر (هن دور ۾) سلامتيءَ جو هجڻ ان کان به وڏيڪ تعجب جهڙي ڳالهه آهي.

* لباس سان اهڙي خوبصورتي حاصل ڪانه ٿي ٿئي، جيڪا زينت بخشي. سچي زينت ته علم ۽ ادب سان ٿي آهي.

* اهو ڇوڪرو يتيم نه آهي، جنهن جو پيءُ سري ويل هجي. پر يتيم اهو آهي، جيڪو عقل ۽ ارادي کان محروم هجي.

(٣٠)

* تنهنجو حسب نسب کهڙو به هجي، پر ادب سک، ڇاڪاڻ ته تنهنجيون خوبيون توکي نسب کان بي نياز ڪري ڇڏينديون.

* بيشڪ، جوان مرد آهو آهي، جيڪو چوي ته آءٌ ههڙو آهيان؛ جوان مرد آهو نه آهي، جيڪو چوي ته منهنجو پيءُ ههڙو هو.

(٣١)

* اي فخر ڪرڻ وارا، نسب تي فخر ڪرڻ جهالت آهي، ڇاڪاڻ ته بيشڪ سڀ ماڻهو هڪ ماءُ پيءُ جو اولاد آهن.

* ڇا، تون ائين سمجهين ٿو ته هو چانديءَ مان پيدا ٿيل آهن، يا لوهه مان يا ٽامي مان، ۽ تون سون مان!

* ڇا، تون سمجهين ٿو ته آهي نفس جي فضيلت مان پيدا

کيا ويا آهن! انهن ۾ ته سواءِ گوشت، هڏي ۽ مشڪن جي، ٻيو ڪجهه به نه آهي.
* بيشڪ، عقل، شرم، پرهيزگاريءَ ۽ ادب تي فخر ڪرڻ مناسب آهي.

(٣٢)

* مون پنهنجي نفس کي ادب سيکاريو، ۽ ادب ۽ خدا جي خوف کان سواءِ، مون ٻيو ڪجهه به نه حاصل ڪيو آهي.
* هر حال ۾، گهٽ ڳالهائڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ کان زياده بهتر آهي.
* ماڻهن جي گلا ڪرڻ ۽ گلا ڪندڙن لاءِ برائي آهي. اِن کي رب پاڪ ڪتابن ۾ حرام قرار ڏنو آهي.
* اي نفس، جيڪڏهن تنهنجي گفتگو چانديءَ جي آهي، ته بيشڪ خاموشي وري سون جي برابر آهي.

(٣٣)

* جنهن جواب ڏيڻ کان پرهيز ڪئي، تنهن پنهنجي آبرو سلامت رکي. ۽ جنهن ماڻهن سان نيڪي ڪئي، تنهن صحيح ڪم ڪيو.
* جنهن ماڻهن کي اهم سمجهيو، ته ان کان ماڻهو ڊڄندا؛ پر جيڪو ماڻهن کي ذليل سمجهي ٿو، ان کان ماڻهو ڪونه ڊڄندا.

(٣٤)

* بي عقل ماڻهو، پنهنجي نادانيءَ سبب، مون سان مقابلو ڪن ٿا. انهن کي ته جواب ڏيڻ به منهنجي لاءِ برو آهي.
* اهي ماڻهو جيتري به بي عقلي ڪن ٿا، آءٌ اوترو ئي وڌيڪ تحمل ڪريان ٿو. عود جي ڪاٺي زياده جلڻ سان ئي خوشبوءِ پيدا ڪندي آهي.

(٣٥)

* پنهنجي پاڙن جي عيبن تي پردو وجهي ڇڏ ۽ انهن جي گناهن کي لڪائي ڇڏ.
* بيوقوف جي ظلم تي صبر ڪر، ۽ ٿوري دير ترس. پنهنجي نفس جي بيوسيءَ سبب، آن جو جواب ڏيڻ ڇڏي ڏي. ظالم کي محتسب (رب پاڪ) جي حوالي ڪري ڇڏ.

(٣٦)

* وفا به، ماضيءَ وانگر، گذري ويئي آهي. ماڻهو (هاڻي) مڪر ۽ فريب جا پابند آهن.
* اهي ماڻهو پاڻ ۾ (ظاهري طرح ته) دوستيءَ جو اظهار ڪن ٿا، پر انهن جون دليون وڇن جي ڏنگ سان پريل آهن.
* منهنجو علم گهٽو آهي ۽ منهنجا اخلاق مهذب آهن اِئين جيڪو پاڻ کي پاڪيزه ظاهره ڪري ٿو، آهو (انهيءَ اظهار سبب) بدبخت آهي.
* جيڪڏهن آءٌ هزار دشمن ڳوليان ته اُهي آءٌ ڳولي سگهندس،

پر جيڪڏهن اُهو هڪ دوست جي طلب ڪريان ته آن ۾ ڪاميابي آسان ٿي ڪانه سگهندي.

(٣٧)

* اي منهنجا پالڻ وارا، منهنجي قدمن ۽ دل کي ثابت رک! اي منهنجا رب، تون پاڪ آهين ۽ تون ئي منهنجي لاءِ ڪافي آهين.

(٣٨)

* (اي خدا!) تنهنجو بندو پنهنجي گناهن جي پيڙا کان ڪيرو ٿي پيو آهي - هن جو جسم ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ بلند آواز سان روئي ٿو.
* هن کي، شب بيداريءَ سبب، تڪليف پهچي ٿي ۽ هن جو جسم وڻ جي ڏاريءَ وانگر سنهو ٿي ويو آهي.
* خوف سندس رنگ بدلي ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ ته هن کي اڃا وڏين ۽ ڏکين مصيبتن جو مقابلو ڪرڻو پيو آهي.
* هو توکي آهه ۽ آزاريءَ سان پڪاري ٿو ته اي منهنجا رب، تون منهنجا گناهه بخش ڪر ۽ منهنجا عيب لڪاءِ.
* اُهو پنهنجي التجا ماڻهن وٽ، فرياد رسيءَ خاطر، کڻي ويس، پر مون مخلوق ۾ ڪو به جواب ڏيڻ وارو ڪونه ڏٺو.
* اي رب، جيڪو توکي پڪاري ٿو، تون ان کي جواب ڏين ٿو. اي منهنجا محبوب، تون پنهنجن بندن جون تڪليفون

ڪري ڇڏين ٿو،
نهنجي بيماري تون ڄاڻين ٿو ۽ تو وٽ ان جو علاج آهي،
ڪير آهي، جيڪو تو جهڙو علاج ڪري!

(۳۹)

ڪڏهن تون ڪنهن جو دشمن ٿيڻ چاهين ته ان سان
ز ملاقات ڪندو رهه. جيڪڏهن تون چاهين ته دوستي
ن، ته ڏينهن ۔ جو ناغو ڪري، ملاقات ڪر.
ٿهوڙ سان ملاقات صرف ضرورت سارُو بهتر آهي، پر
ڏهن ان کي وڌائبو، ته محبت ۾ فساد پيدا ٿي ويندو.

(۴۰)

ن کي تعجب آهي اهڙي ڏکويل تي جيڪو بي‌صبريءَ
لائق دوست لاءِ روئي رهيو آهي؛
انيءَ سان، گريبان ڦاڙي، واويلا ڪري روئي ٿو، جڏهن
ڪا عجيب و غريب شيءِ آهي.
ت جي معاملي ۾، الله تعاليٰ سموري مخلوق کي
ان ڪيو آهي - ايتري قدر، جو الله جي رسول کان به
ڪي باز نه رکيو ويو.
ا جو فرشتو، هر روز، انسان کي آواز ڏيندو رهي ٿو ته
لاءِ پيدا ٿيندا رهو.

(۴۱)

* موت دنيا جهڙي ٻي ڪا به اهڙي شيءِ ڪانه ڏني آهي، جو ان جا رهڻ وارا مٿس ايترا فريفته هجن؛ ۽ موت جهڙي ٻي ڪا به شيءِ ڪانه ڏٺم، جيڪا زماني جي همنشينن کي ايترو غمزده ڪري ڇڏيندي هجي.

* اسين پنهنجي عزيز جي قبر جي نشان وٽان اهڙيءَ طرح لنگهون ٿا، ڄڻڪ اسان کي انهيءَ شخص سان ڪو تعلق ئي ڪونه آهي!

* خدا جو قسم، موت هر گهڙيءَ، جڏهن به چاهيو، انهيءَ شخص سان ملاقات ڪئي، جنهن جو ساٿي مري چڪو آهي.

* جڏهن ڪنهن طريقي سان، مان زماني کي صبر ڪرڻ تي آماده ڪندو آهيان، ته هر روز جا روئڻ وارا وري انهيءَ جي غم کي تازو ڪري ڇڏيندا آهن.

(۴۲)

* ماڻهن تي فرض آهي ته هو توبه ڪن، تنهن سان گڏ انهن لاءِ واجب آهي ته گناهه ڪرڻ به ڇڏي ڏين.

* زماني جي رفتار تعجب واري آهي، پر ماڻهن جو ان کان غافل رهڻ وڏيڪ تعجب واري ڳالهه آهي.

* زماني جي مصيبتن کي سهڻ ڪٺن ڪم آهي، پر ان جي ثوابن کي ضايع ڪرڻ اڃا به وڌيڪ سخت آهي.

* هر اها شيءِ، جنهن جي اميد ڪئي ويندي آهي، سا قريب

ٿيندي ويندي آهي، پر موت انهن سيني شين کان وڌيڪ قريب تر آهي.

(٤٣)

* منهنجو مٿو سفيد ٿي ويو آهي، پر لالچ جو سراب سفيد نه ٿيو آهي. بيشڪ دنيا جو حريص رنج ۾ گرفتار آهي.
* سون کي ڇا ٿي ويو آهي، جو اُهو پاڻ کي وڏي مرتبي جو متلاشي ڏسان ٿو. پوءِ، جڏهن ڪنهن هڪ مرتبي تي پهچان ٿو، ته منهنجي نظر وري وڏي مرتبي تي پوي ٿي.
* اي خدا، مون کي قسم آهي تنهنجي ربانيت جو ته اُهو نامعلوم ڪيترن گهرن وٽان لنگهيو آهيان، جيڪي عيش عشرت خاطر بنايا ويا هئا؛
* پر موت جو عقاب انهن جي چوطرف قريو، جنهن کان پوءِ اهي گهر آهه ۽ فرياد سان پرجي ويا.
* پنهنجي خواهش جو لغام پڪڙ ۽ ان جي طلب ۾ سرڪشي نه ڪر. خدا جو قسم، خواهش جي خوراڪ تلاش ڪرڻ سان هٿ نه ايندي آهي.
* بيشڪ، مال کي آهو ئي شخص ڪائي ٿو، جنهن (طلب جو) گهوڙو نه ڊوڙايو آهي. جنهن شخص، دولت جي طلب جي ڪوشش ڪئي، سو پنهنجو مال (مرڻ کان پوءِ) ڇڏي وڃي ٿو.

(٤٤)

* تون ڪيستائين عاشقيءَ جو دامن ڇڪيندو رهندين! تنهنجي

حالت ته اها آهي، جو پوڙهائپ تنهنجي جوانيءَ جي
لاهي ورتي آهي.

* پوڙهائپ جي بلال تنهنجي سر جي چوٽيءَ آواز ڏيئي
آهي ته تون هلڻ لاءِ تيار ٿي وڃ.

* تون مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهين ۽ جلد ئي تون اُن
تَهن جي هيٺان غائب ڪيو ويندين.

* اي انسان، تو اهڙيءَ جڳهه ۾ رهڻ جي لالچ ڪ
جيڪا قائم نه رهندي. پوءِ، تون اِها لالچ نه ڪر، ڇا
ته تنهنجو پير رڪاب ۾ پيل آهي.

* اي وڏين محلاتن وارؤ، انهن محلاتن ڪي ننڊون ڪ
ڇاڪاڻ ته بيشڪ توهين ننڊين قبرن جي اندر رهڻ وارا آ

(۳۵)

* منهنجي بدن جي گرمي مٽي جي وارن سفيد ٿيڻ سان
ٿي ويئي. جڏهن پيريءَ جي چمڪ ظاهر ٿي، ته منهنجي م
تاريڪ ٿي ويئي.

* اي (موت جا) آلو، تو منهنجي وات ۾ ان وقت آ
نا هيو، جڏهن آتان جو لنَوندڙ ڪانءُ آتان آڏامي ويو.

* اي موت، تو منهنجي زندگيءَ جي ويراني ڏني، پر تن
منزل به ويران گهرن مان ئي گذري ٿي.

* ڇا، آءٌ هن ڪان پوءِ به عيش سان زنده رهندس، جڏ سن
ڳلن تي پيريءَ جو ساڻو ڇڪو آهي، جنهن ڪي د

خضاب فنا ڪري نٿو سگهي.
* انسان جي زندگي، پيريءَ کان اڳ، چڱي هوندي آهي، ۽ جڏهن جواني منهن موڙي ٿي، تڏهن زندگي رُسي وڃي ٿي.
* جڏهن ماڻهوءَ جي چهري جو رنگ زرد ٿي وڃي ٿو ۽ سندس مٿو اڇو ٿي وڃي ٿو، ته ان وقت سندس زندگيءَ جي خوشي به غائب ٿي وڃي ٿي.
* پنهنجي جاهه ۽ عالي منزلت جي زڪوات ادا ڪندو رهه، جاڻي چڏ ته اها انهيءَ مال جي زڪوات مثل آهي، جيڪ مڪمل ٿي چڪو آهي.
* بيواهن ماڻهن سان ڀلائي ڪر، توڻي جو تون انهن جي گردن جو مالڪ آهين. بزرگ شخص لاءِ، دعا جي وڪر ج حاصل ڪرڻ ئي سڀ کان چڱي تجارت آهي.
* مون (دنيا ۾) غرور ۽ حسرت کان سواءِ ڪجهه به نه ڏٺ آهي، ۽ ان جو مثال بياباني زمين ۾ چمڪندڙ واريءَ جهڙو آهي
* هيءَ دنيا ڪني ڍونڍ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي جنهن تي ڪتن جو هجوم هوندو آهي ۽ آهي اُن کي پاڙ ڏانهن چڪڻ جو آدم ڪندا رهندا آهن.
* جيڪڏهن تو هن دنيا کان پرهيز ڪئي، ته پوءِ اهل دن جي هٿن کان به محفوظ رهي سگهين ٿو، ۽ جيڪڏهن ت ان ڏانهن لاڙو ڪيو ته ان جا ڪتا تو سان وڙهندا.
* فضول ڪمن کي ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ ته انهن ڪمن ج

ڪرڻ پرهيزگارن لاءِ حرام ڪيو ويو آهي.

* زمين جي مٿانهين تي فخر ڪري نه هل، ڇاڪاڻ ته ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ زمين جي مٿي تنهنجي مٿان وري ويندي.

* خوشي آهي انهيءَ شخص لاءِ، جنهن قبر کي پنهنجو گهر سمجهيو آهي. انهيءَ قبر جا دروازا بند آهن ۽ مٿن پردا چڙهيل آهن.

(٣٦)

* اسين ڪنهن چمن ۾ هڪ اهڙيءَ ڪبوترن جي جوڙيءَ مثل هئاسون، جيڪي ڪنهن تندرستيءَ ۽ جوانيءَ جي وڻ مان ميوو کائيندا آهن.

* زماني، اسان جي معاملي ۾ دخل اندازي ڪري، اسان جي درميان جدائي ڪري وڌي. تحقيق، زمانو دوستن جي وچ ۾ جدائي پيدا ڪرڻ وارو آهي.

(٣٧)

* ٻه شيون اهڙيون آهن، جو جيڪڏهن انهن تي رت جا ڳوڙها به ڳڙجن - ايتري تائين، جو ٻنهي اکين جي بينائي ختم ٿيڻ جو وقت به اچي وڃي -

* پر تڏهن به انهن ٻن جي حق جي ڏهين حصي تائين به نه پهچي سگهبو: ۽ انهن ٻن شين مان مراد آهي جوانيءَ جو خاتمو ۽ دوستن جي جدائي.

(٤٨)

* ڏينهن ۽ زمانو اهڙا نہ آهن، جهڙو تون انهن کي ڏسين ٿو. انهن ۾ تہ مال ۽ دولت جي بربادي ۽ دوستن جي جدائي پيريل آهي.
* تحقيق، جنهن انسان زماني جو تجربو حاصل ڪيو آهي، سو ان جي گردش کان ڪونہ ٿو ڊڄي. ان کان البت بيوقوف ڊڄندو آهي.

(٤٩)

* تو پنهنجي همعصرن کي ڏٺو آهي تہ آهي ڪهڙيءَ طرح فنا ٿي ويا. اهي ماڻهو ناپيد ٿي ويا. پوءِ انهن لاءِ چيو ويو تہ فلاڻو چڱو هو ۽ فلاڻو برو.
* هيءَ دنيا نانگ مثل آهي، جيڪو زهر هاري ٿو، ۽ ان جو ظاهر نرم معلوم ٿيندو آهي.
* ڪيترا ئي ڪم اهڙا آهن، جن جو ظاهر مون بيشڪ سخت ڏٺو، پوءِ، جڏهن مون انهن کي آسان ڪيو تہ آهي آسان ٿي ويا.

(٥٠)

* تحقيق، دنيا فنا ٿيڻ واري آهي ۽ ان لاءِ بقا نہ آهي.
بيشڪ، دنيا انهيءَ گهر وانگر جنهن کي ڪوريئڙي ناهيو هجي.
* اي روزيءَ جا حريص، تنهنجي لاءِ دنيا ۾ ڪافي روزي آهي.

پنهنجي جان جو قسم ته جيڪو ڪجهه آهي، اهو ٿوري عرصي ۾ فنا ٿي ويندو.

(۵۱)

ڏ چا، ٿو نه ڏنو ته زماني ۾ رات ۽ ڏينهن آهن، جيڪي هڪ هفتي کان ٻئي هفتي تائين بدلبا رهن ٿا.
پوءِ ٻڌائي ڇڏ ته نئون ڪپڙن لاءِ پراڻو ٿيڻ ضروري آهي،
هڪ جاءِ تي گڏ ٿيل شين لاءِ واوِر ٿيڻ لازمي آهي.

(۵۲)

تحقيق، آءٌ شروعات ۾ بيجان هوس ۽ پوءِ زنده ڪيو ويس.
ٿوري ئي عرصي کان پوءِ، آءٌ وري بي جان ٿي ويندس.
توکي هي فاني گهر زياده پسند آهي: هاڻي ته پيلا بقا
اري گهر لاءِ ڪو ثمر تيار ڪر.

(۵۳)

جنهن ماڻهوءَ کي سياڻي مرڻو آهي، تنهن لاءِ هڪ ڏينهن
ي اندازي جيتري روزي، ڪپڙو ۽ گهر ڪافي آهي.
ڪڏهن ته هو اڌ ڏينهن ۾ ئي مري وڃي ٿو ۽ ان جي
زيءَ جو اڌ حصو بيڪار ۽ ضايع ٿي وڃي ٿو.

(۵۴)

گهر، جيڪو ماڻهو جي رهڻ جي جاءِ آهي ۽ ڪپڙو،

جيڪو ماڻهوءَ جي اوگهڙ کي ڍڪي ٿو، ۽ روڙي -
* سي اهڙي شخص لاءِ ڪافي آهن، جيڪو زنده آهي، ۽ اهڙي شخص لاءِ تمام زياده آهن، جيڪو مري ويندو.

(٥٥)

* ڇا، هڪ مضبوط زرهه موت کي روڪي سگهي ٿي، جڏهن آهو پنهنجي مقرر وقت تي اچي پهچي ٿو؟
* بيشڪ، آءٌ خوب ڄاڻان ٿو ته هر آها شيءِ جيڪا هن وقت يڪجاءِ آهي، سا هڪ ڏينهن منتشريءِ واريءِ حالت ۾ بدلجي ويندي.
* موت ته برحق آهي، ۽ موت هڪ شربت مثل آهي جيڪو تنهنجي طرف ايندو. پوءِ (اي علي)، اِنهيءَ شربت مان پنهنجي نفس کي پاڪ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيءُ.

(٥٦)

* مون لذتن کان پاڻُ پَلي ورتو ۽ انهن جي طرف کان منهنجو رخ ڦري ويو. مون پنهنجي نفس تي صبر کي لازم قرار ڏنو ۽ هو ثابت قدم رهيو.
* انسان جي وس ۾ اها ڳالهه نه آهي ته هو پنهنجي نفس کي سڪون ۽ قرار بخشي سگهي. جيڪڏهن نفس لالچ ۾ مبتلا آهي، ته هو خواهشون ڪندو رهندو. جيڪڏهن اِئين نه هجي، ته جيڪر انسان جو غم دور ٿي وڃي.

(٥٧)

* اڳ پنهنجي اکين کي چوندو آهيان ته (عورتن کي) ڏسڻ کان باز رهو. اي اک، تون ڪنهن کي به لڪي ڇپي نه ڏس.
* ڪيتريون ئي اهڙيون نظرون آهن، جيڪي دل ۾ خواهشون پيدا ڪن ٿيون، ۽ دليون وري اهڙين خواهشن سبب حسرت ۽ افسوس ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿيون.

(٥٨)

* اي منهنجا دوست، ڪو به معاملو اهڙو نه آهي، جيڪو هميشه رهي، پوءِ ڪٿي اهو ڪيترو به وڏو هجي.
* پوءِ جيڪڏهن ڪا آزمائش ڪنهن ڏينهن پيش اچي، ته ان کان هرگز نه ڊڄ، ۽ ان جي وڏيڪ شڪايت به نه ڪر، پوءِ چاهي تنهنجي قدمن ۾ لغزش به اچي وڃي.
* ڪيترا ئي جوانمرد آزمائشن ۾ مبتلا ڪيا ويا. پوءِ انهن صبر کان ڪم ورتو، تان جو اهي انتقال ڪري ويا.

(٥٩)

* تحقيق، اهل بيت وارن سان ڪنهن لاءِ به مختصر گفتگو ڪرڻ زياده عمدي ڳالهه آهي ۽ ان ۾ زيادتي ڪرڻ معيوب آهي.
* خاموش شخص لغزش نه ڪائيندو آهي. البت زياده ڳالهائڻ وارو لغزش ڪائي ٿو. خاموش رهڻ وارو عيبن کان پاڪ رهي ٿو.

* جيڪڏهن ڳالهائڻ وارو چانديءَ جهڙي گفتگو ڪري ٿو، ته خاموشي هڪ موتي آهي، جيڪو ياقوتن سان سينگاريل آهي.

(٢٠)

* جڏهن حادثات، پنهنجي انتها کي پهچي ويندا آهن ۽ آهو وقت ويجهو اچي ويندو آهي، جو جانيون ضايع ٿيڻ تي پهچي وڃن؛
* ۽ جڏهن ڪا مصيبت شديد ٿيندي آهي ۽ صبر ويندو رهندو آهي، ته ان وقت نجات حاصل ٿي ويندي آهي.

(٢١)

* نيڪ ماڻهن سان دوستي رک، ته سلامتي ۽ نجات حاصل ڪرين، چالاڪ ته جيڪو برن جي صحبت اختيار ڪري ٿو، سو ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن شڪار ٿي ويندو.
* تون پاڻ کي انهيءَ ڏينهن کان بچاءِ، جو تون ڪنهن جاهل سان مذاق ڪرين ۽ پوءِ اهڙي معاملي جو مقابلو ڪرڻو پوئي، جنهن کي تون نه چاهيندو هجين.
* ماڻهن کي گاريون ڏيئي ۽ انهن جي گلا ڪري، متان نڪته چيني نه ڪر: اهڙي وقت ته تنهنجو مثال اهڙي ڪتي جهڙو هوندو، جيڪو هر ويرو پونڪندو آهي.
* جڏهن بخشش ڪرڻ وارو تو وٽ حاجتمند ٿي اچي، ته تون ان سان ڪشاده دليءَ سان پيش اچ ۽ پنهنجي جوانمرديءَ ۽ همت جو ثبوت ڏي.

(٦٢)

* پنهنجو راز، پاڻ کان سواءِ، ڪنهن ٻئي تي ظاهر نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ هر هڪ رازدان لاءِ هڪ رازدان هوندو آهي.
* بيشڪ، مون گمراهہ ماڻهن کي ڏٺو آهي تہ اهي ڪنهن بہ ڳالهہ کي صحيح حالت ۾ پيش نہ ڪندا آهن.

(٦٣)

* جيڪڏهن توهان فراغت ۽ آرام جو طالب آهين، تہ، خدا جي ويجهڙائيءَ لاءِ، ٻہ رڪعتون نماز غنيمت ڄاڻ.
* جيڪڏهن توهان ڪنهن فضول ڳالهہ جو ارادو ڪرين، تہ آن وقت، آن جي بجاءِ، "سبحان الله" چوندو رهہ.

(٦٤)

* توکي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ، پنهي سان نيڪي ڪرڻ گهرجي، ۽ توکي پنهنجي غيرن سان بہ ڀلائي ڪرڻ گهرجي.
* صرف پرهيزگارن ۽ پاڪبازن جي صحبت اختيار ڪر، ڇاڪاڻ تہ پاڪدامن ۽ پارسا ماڻهو پنهنجي وعدن کي پوري ڪرڻ وارا هوندا آهن.
* جڏهن توهان ڪنهن آزاد طبع ۽ ادب ڪرڻ واري سان ملڻ چاهين، تہ شائستہ آزاد ماڻهن جي اولاد سان مل، جو اهي پنهنجي گهر جي بہ زينت هوندا آهن.
* آءٌ تنهنجي مخلص دوست جي دوستيءَ تان ڏنا ٿي وڃان --

تون ماڻهن کي ايذائڻ کان باز رهه، پنهنجي زبان کي ضابطي هيٺ رک.

* مڪروهه حرڪتن کان پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏ، ۽ پنهنجي پاڙيسريءَ کي اذيت پهچائڻ کان پرهيز ڪر.

* هر حادثي ۾، الله تي مضبوط اعتقاد رک، ته پوءِ رب پاڪ توکي آخري گهڙيءَ تائين دشمنن جي نظرن کان محفوظ رکندو.

* الله تي ڀروسو ڪري، ڪم ۾ هٿ وجهه، ۽ الله کان سواءِ ٻئي ۾ اميد نه رک، ۽ خدا جي نعمتن جو منڪر نه ٿيءُ.

* وڏي همت، سٺي اخلاق ۽ چڱين عادتن سان مال خرچ ڪري، بزرگيءَ جي طلب ۾ ڪوشش ڪر.

* دنيا ۾ هميشگيءَ جي اميد جو بنياد قائم نه ڪر، ڇاڪاڻ ته هن دنيا ۾ ڪا به زنده شيءِ هميشه رهڻ واري نه آهي.

* جنهن دوست جي دوستي خدا واسطي نه آهي، تنهن کي تون خبر ڏي ته (رب کان وڌيڪ) دوستي رکڻ وارو ٻيو ڪو به نه آهي.

(٦٥)

* ڪيترائي همت وارا اهڙا به آهن، جن جو نفس ظلم ۽ ستم ڪرڻ سان خوش نه ٿيندو آهي. اهي شخص اڳواڻ، نيڪ ۽ بزرگ آهن.

* اعليٰ بلنديءَ وارو، پنهنجي هٿ تان هيٺ اهي آيو آهي،

چاڪاڻ ته هن پاڻ ۾ سخاوت ۽ اڳواٽيءَ جي صفتن جو اظهار ڪيو آهي.

* فخر آهو ڪري، جنهن ڪي رب پاڪ اِئين ڪرڻ جي لائق بنائي، يا الله جي مدد ساڻس شامل حال هجي ۽ پاڻ هڪ نجات حاصل ڪيل، رب جو بندو هجي.

* آها تلوار تلوار نه آهي، جيڪا هميشه مياڻ ۾ اندر رکيل هجي؛ پر تلوار آها آهي، جيڪا مياڻ مان نڪري ظاهر ٿئي.

(٦٦)

* بلند مرتبي جي طلب ۾، پنهنجي وطن کان پري هليا وڃو ۽ سفر ڪريو، چاڪاڻ ته سفر ڪرڻ ۾ فائدا آهن.

* پوءِ، جيڪڏهن اِئين چيو وڃي ته سفر ڪرڻ ۾ تڪليف ۽ محنت آهي ۽ سفر ڪرڻ وقت خشڪ جهنگل طي ڪرڻا پون ٿا، ۽ سختيون سهڻيون پون ٿيون،

* ته پوءِ، جوان مرد لاءِ هڪ جڳهه تي ويهي رهڻ کان موت بهتر آهي - يعني ذلت ۽ خواريءَ جي گهر ۾، چغلخورن ۽ حاسدن جي وچ ۾، رهڻ کان، موت وڌيڪ بهتر آهي.

* جڏهن الله جي طرفان جوان مرد جي مدد ٿيندي آهي، تڏهن، جنهن شيءِ جو اندازو سندس ڪوشش ڪري سگهي ٿي، تنهن کان وڌيڪ ملندي اٿس.

(٦٧)

* جيڪڏهن روزي ايتري مقدار جيتري جاري هجي ها، جيتري پنڌي جي لائق آهي،

* تہ پوءِ پورهيت شخص خود بہ مسرت جو طالب ٿي وڃي ها، ۽ منحوس ۽ بدنصيب ناپيد ٿي وڃي ها ۽ محض نيڪ بخت ماڻهو ئي ظاهر هجن ها.
* ۽ زمانو ماڻهن جي بلڪل موافق هجي ها ۽ هميشہ سرداري ۽ بزرگي ئي رهي ها.
* پر روزي انهيءَ طريقي سان ئي جاري ڪئي ويئي آهي، جنهن سان خداوند چاهي ٿو.

(٦٨)

* ڇا، اهي سڀ ماڻهو آهن؟ نہ، بلڪ ماڻهو تمام ٿورا آهن. ۽ خدا ڄاڻي ٿو تہ آءٌ ڪوڙ ڪونہ ٿو ڳالهايان.
* آءٌ پنهنجي اک تہ ڪيترن ڏانهن کڻان ٿو، پر گهڻا ماڻهو ڪونہ ٿو ڏسان: بلڪ، ڪنهن هڪ کي بہ پوريءَ انساني شڪل ۾ ڪونہ ٿو ڏسان.

(٦٩)

* جيڪڏهن ڪو ماڻهو هنن ٽن ڳالهين جو خيال نہ رکي، تہ ان کي وڪڻي ڇڏ، پوءِ چاهي اهو سٽيءَ جي مٺ تي ئي ڇو نہ ڏيڻو پوي:
* (هڪ تہ) ان ۾ دوست سان وفا نہ هجي، (ٻيو تہ) فضول خرچي ڪندو رهجي؛ ۽ (ٽيون تہ) دل ۾ راز پوشيده رکڻ جي عادت نہ هجيس.

(٧٠)

* منهنجي دشمن جو دوست، منهنجي دشمنيءَ ۾ شريڪ آهي. آءٌ انهيءَ جو دوست آهيان، جيڪو منهنجي دوست کي پنهنجو دوست بڻائي.
* پوءِ، تون منهنجي قربت تلاش ڪر، ڇاڪاڻ ته تون اڄا منهنجي دشمن جو دوست آهين.

(٧١)

* مون ڪي جنهن به پنهنجو دوست بڻايو، ته مون ان کي پنهنجي ذات جي دوستي ۽ صاف دلي آخر تائين پيش ڪئي.
* مون ڪي جنهن به پنهنجو دشمن بڻايو، ۽ هو مون سان برائي ڪندو رهيو، ته به مون ان دشمن جي حق ۾، ان جي فلاح لاءِ، خدا جي حضور سان دعا گهري.
* منهنجي ذات ڪنهن به بري ڪم ۾ ملوث نه رهي، ڇاڪاڻ ته مون پنهنجا هٿ، نيڪ عملن کان سواءِ، ٻين برن ڪمن جي طرف ڪونه وڌايا آهن.
* آءٌ ڪڏهن به 'ها' نه ڪندو آهيان، جيستائين ڪ انهيءَ قول جو پابند نه ٿيندو آهيان. پوءِ ڇاهي منهنجو قول منهنجو مال ۽ اولاد سيڪجهه ڪٽي وڃي.

(٧٢)

* ماڻهن جا ڪيترا ئي مقصد هوندا آهن، پر منهنجو مقصد،

دنيا ۾ صرف سچو ۽ همدرد دوست تلاش ڪرڻ آهي -

* اهڙو دوست، جو مون سان هڪ جان ۽ ٻه قالب مثل هجي، يعني اسان جا جسم ٻه هجن، پر روح هڪ ئي هجي.

(٤٣)

* ۽ تنهنجي لاءِ اها بدبختي ڪافي آهي، جو تون آسودگيءَ سان رات تہ گذاري ڇڏين، پر ڏينهن جو تنهنجي آس پاس اهڙيون شيون موجود هجن، جيڪي تنهنجي جسم جي ڪل لاهڻ جون مشتاق هجن.

(٤٤)

* اي شخص، تون جو پنهنجي دين تي دنيا کي ترجيح ڏين ٿو، اهڙي حيران ۽ گمراهہ شخص مثل آهين، جيڪو پنهنجي سڌي رستي تان ٿڙيل آهي:

* تو انهيءَ اميد تي سڄي صبح ڪيو آهي، جو تون دنيا جي هميشگيءَ جي اميد رکندو هئين، پر جلد ئي تنهنجي رات جي وات مان اندران، موت جا ڏند نڪري ايندا.

* افسوس، جو موت تيرباز تي بہ اچي ٿو، جيڪو هاڻ موت تي، تير سان ٻئي کي نشانو بنائي ٿو، پر هڪ ڏينهن، موت ان تي بہ تير جو نشان چٽي ونندو.

* ناصح بہ انهيءَ شخص جي ڳنڍين کي کولي نٿو سگهي، جنهن جي اصلاح يا رهنمائيءَ جو ارادو خدا جي طرفان نہ آهي.

(٧٥)

* تنهنجو ڪالهوڪو ڏينهن، جيڪو گذري ويل آهي، سو انصاف سان گواهي ڏيڻ لاءِ اڃا موجود آهي. ۽ تو جنهن ڏينهن جو صبح ڪيو آهي، اهو به تو تي شاهدي ڏيندو.
* پوءِ، جيڪڏهن ڪالهه تو برائي ڪئي هئي، ته اڄ نيڪي ڪر، ته جيئن سڀاڻي تنهنجي نيڪي ڪئي وڃي.
* نيڪ عملن ڪرڻ ۾ سڀاڻي تائين تاخير نه ڪر. جڏهن سڀاڻڪو ڏينهن اچي ته شايد تون ٿي نه هجين.
* جيڪڏهن تون پنهنجي گذريل ڏينهن تي پشيمانيءَ جو اظهار ڪندين، ته ان جو نفعو تنهنجي طرف موٽندو، حالانڪ گذريل ڏينهن واپس ڪونه ايندو.

(٧٦)

* اهي ماڻهو گذاري ويا، جن لاءِ مون کي غم آهي. انهن جي وڃڻ کان پوءِ، سندن جدائي پوڳڻ لاءِ، آءٌ اڪيلو رهجي ويس.
* اهو شخص تو کان تمام پري آهي، جيڪو فقط ٻن والن جي فاصلي تي آهي (يعني قبر ۾ آهي.)
* جيڪڏهن ماڻهن تي زمين جا طبق کوليا وڃن، ته آقا ۽ غلام جي وچ ۾ ڪو به فرق نظر ڪونه ايندو.
* جيڪو شخص پنهنجي پيرن کي مٽيءَ ۾ ميرو ٿيڻ نٿو ڏئي، مٽي، هڪ ڏينهن، ان جي نازڪ ڳلن کي ميرو ڪري ڇڏيندي.

(٧٧)

* ماڻهن، اوچين محلاتن جو بنياد رکيو ۽ اهي اوچيون ٽينديون ويون. اهي ماڻهو محلاتن ۽ اولاد مان لطف وٺندا رهيا.
* پر جڏهن انهن جي رهڻ وارين محلاتن مٿان هوائون هليون، ته ان وقت اهي جايون، پنهنجي ابتدا واري مرحلي تي وڃي پهتيون. (يعني ڊهي ويون.)
* سون نعمتون ۽ مرده شيون ڏنيون آهن. اهي هڪ ڏينهن پراڻيون ٿي ينديون ۽ ختم ٿي وينديون.

(٧٨)

* جيڪو شخص موت جي سختين کان ڊڄندو، تنهن کي ڳوري ۽ ڏکي ننڊ ۾ ڪڏهن به لذت نه ايندي.
* تحقيق، جڏهن فصل پنهنجي پختگيءَ کي پهچي ويندو آهي، ان وقت ان کي ڪاٽڻ لازمي ٿي پوندو آهي.

(٧٩)

* ڪن ماڻهن آها آرزو ڪئي ته آءٌ مري وڃان. جيڪڏهن آءٌ مري ويس، ته اهو به آهو رستو آهي، جتي آءٌ اڪيلو ڪونه هوندس.

(٨٠)

* موت نه پيءُ کي باقي رکي ٿو ۽ نه وري پٽ کي. هي اهڙو رستو آهي، جيڪو ڪنهن جو به لحاظ نٿو رکي.

* رسول ڪريم جن ۾ پنهنجي امت لاءِ هميشہ زنده رهي نہ سگهيا. جيڪڏهن رب تعاليٰ، حضور جن کان اڳ، ڪنهن کي هميشہ لاءِ زنده رکي ها، تہ پاڻ حضور جن بہ هميشہ زنده رهن ها.

* اسان لاءِ چٽڪ موت جا تير چٽل آهن. اهو تير جيڪڏهن اڄ ڪنهن کي نہ لڳي سگهيو، تہ سڀاڻي تہ نہ ڇڏيندو.

(۸۱)

* اي ساراهيل پيغمبر جي ڌيءُ، فاطمہ، ۽ نبي سردار عالم جي دختر نيڪ اختر،

* بيشڪ رب پاڪ انهيءَ (قيديءَ) جي گردن کي نازڪ بڻايو آهي: هي قيدي نبي هاديءَ جي نزديڪ هدايت يافتہ آهي:

* هي زنجيرن ۾ جڪڙيل ۽ مقيّد آهي: هي اسان سان تيز بڪ جي شڪايت ڪري ٿو:

* اڄ، جيڪو هن قيديءَ کي ڪارائيندو، اهو سڀاڻي پنهنجي واحد، يڪتا ۽ بزرگ برتر وٽان ان جو بدلو حاصل ڪندو:

* هـن جو ڪجهہ پوکيو آهي، تنهن کي عنقريب لڻندو: انهيءَ ڪري، توهان بنا ڪنهن احسان جتائڻ جي، هـن کي کارايو.

(۸۲)

* آءٌ حضرت محمد صلعم جو ياءُ آهيان. مون بنسبت ڪو بہ شڪ شبهو ٿي نٿو سگهي. منهنجي پرورش هن سان گڏ ٿي آهي ۽ هن جا پيئي ڏوهٽا منهنجا پٽ آهن.

* منهنجو ۽ رسول خدا جو ڏاڏو هڪ آهي ۽ فاطمه منهنجي زوجه آهي، جيڪا ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهائيندي آهي.
* مون حضرت محمد جن جي تصديق ڪئي، جڏهن ته پيا ماڻهوءَ، پنهنجي گمراهيءَ، شرڪ ۽ بي خبريءَ سبب، اونداهيءَ ۾ گهيريل هئا.
* پوءِ، سموري ثنا انهيءَ جي لاءِ آهي، جنهن جو ڪو به شريڪ نه آهي. هو پنهنجي بندي سان نيڪي ڪرڻ وارو آهي ۽ هن جي ڪا به انتها نه آهي.

(٨٣)

* اڪين ۾ ڪکن پوڻ وقت، پنهنجيون اکيون بند ڪري وٺو ۽ اذيتن تي صبر ڪريو.
* بيشڪ، هيءُ زمانو هڪ گهڙيءَ کان وڌيڪ نه آهي. زمانو سڀني تڪليفن کي دور ڪري ڇڏيندو آهي.

(٨٤)

* اي خدا، جنهن جي عذاب کان مون کي ڪير به بچائي نٿو سگهي - آءٌ تنهنجي بخشش جي اميد سان گڏ، تنهنجي عذاب کان پناهه گهران ٿو.
* آءٌ پنهنجي هر هڪ گناهه جو اقرار ڪريان ٿو. تنهنجي ذات بي نياز آهي ۽ تون ڪريم ۽ سردار آهين.
* جڏهن ته تون مون تي عذاب نازل ڪرين ٿو، ته پوءِ يقيناً مون کان ڪو گناهه سرزد ٿيو هوندو. ۽ جڏهن تون مون تي

بخشش ڪرين ٿو، تہ بيشڪ اھا ڳالھہ تنھنجي شايان شان آھي.

(٨٥)

* تنھنجي دوا تو وٽ آھي، پر تون ڄاڻين ڪونہ ٿو. پنھنجي درد ۽ تڪليف جو سبب تون ئي آھين، پر تون سمجھين ڪونہ ٿو.
* تون ائين ٿو سمجھين تہ تون ھڪ ننڍڙي جسم وارو جيوُ آھين، حالانڪ تو ۾ ھڪ وڏي دنيا سمايل آھي.
* تون ھڪ اھڙو روشن ڪتاب آھين، جو ان جي حرفن مان پوشيده راز ظاھر ٿين ٿا.
* ظاھري طرح توکي اِنھيءَ ڳالھہ جي ڪا بہ ضرورت نہ آھي، جو توکي خبر ڏني وڃي تہ تنھنجي مقدر ۾ ڇا آھي.

(٨٦)

* خدا جو قسم، علم شُڪر جي قسمن کي جمع ڪري ٿو، ۽ جھالت، خدا جو قسم، ڪفر جي صنفن کي گڏ ڪري ٿي.

(٨٧)

* جڏھن مون کي مشڪلاتون پيش اچن ٿيون، تہ انھن جي پيچيدگين کي، غور ۽ فڪر سان، حل ڪريان ٿو.
* آءٌ، غيب جي پوشيده رازن جي گھراين تائين، پنھنجي ذھن ۽ قياس جي ذريعي پھچي وڃان ٿو.

* جڏهن دل کي غم وڪوڙين ٿا، ته ان وقت مٺس پلائيءَ جا وڏيڪ دروازا به کوليا وڃن ٿا.
* آءٌ نرم زبان ۽ روشن دل آهيان. آءٌ ماضيءَ مان مستقبل جو اندازو لڳائي وٺندو آهيان.

(٨٨)

* جهالت جي حالت ۾، جاهل کي گويا مقرر وقت کان اڳ ئي موت اچي وڃي ٿو ۽ قبر ۾ وڃڻ کان اڳ، سندس جسم قبر وانگر ٿي وڃي ٿو.
* جيڪو شخص علم سان زنده نه آهي، اهو مردي جي برابر آهي. پوءِ ان لاءِ قيامت ڏائين زندگي نه هوندي.

(٨٩)

* پٽ، بيشڪ انسانن ۾ ڪي حيوان هوندا آهن، جيڪي ظاهري طرح، انسان وانگر پڇڻ ۽ ڏسڻ وارا هوندا آهن.
* جڏهن ڪين مالي مشڪلات درپيش اچي ٿي، ته انهيءَ وقت هو سياڻا ٿي وڃن ٿا ۽ جڏهن ڪين دين جي مشڪلات پيش اچي ٿي، ته هو ان کي نٽا ڇاڻن.

(٩٠)

* پنهنجي اولاد کي، ٻاراڻيءَ اوستا ۾ ئي، ادب حاصل ڪرڻ تي آماده ڪر. ائين ڪرڻ سان، پيريءَ ۾، انهن جون اکيون تيز ٿي وڃن ٿيون.

* جن آدابن کي تون جمع ڪرين ٿو، تن جو مثال، شروعاتي عمر ۾، انهيءَ نقش جهڙو آهي، جيڪو پٿر تي اڪريل هوندو آهي.

* هي آهي خزانا آهن، جن جا ذخيرا وڌندا ئي رهن ٿا. انهن ذخيرن کي ڪنهن به قسم جي حادثي جو ڪو به خطرو نه هوندو آهي.

* بيشڪ، صاحب ادب جو قدم جيڪڏهن لغزش به ڪندو آهي، ته به هو ريشم جي بسترن تي ئي ڪرندو آهي.

* انسان ٻن قسمن جا هوندا آهن: ٻڌڻ وارا ۽ ياد ڪرڻ وارا. باقي سڀ بيڪار آهن، جيڪي درد وانگر تڪليف ڏيندڙ آهي.

(۹۱)

* انسان پنهنجي مقصد کي تيستائين حاصل ڪري نٿو سگهي، جيستائين ان ۾ جان جي بازي نٿو لڳائي.

* جيستائين هو هر قسم جون خواهشون نه ماريندو، تيستائين هو نشيب کي فراز سان ۽ ناخوشيءَ کي عذر سان ٽاري نه سگهندو.

* پاڻ کي خطري ۾ مبتلا ڪري، سستي ڪري نه ويهه، ڇاڪاڻ ته ڪو به آزاد انسان سستي ڪرڻ تي مجبور نه آهي.

(۹۲)

* ڪجهه دير لاءِ صبر ڪر، ڇاڪاڻ ته دشواريءَ کان پوءِ

آساني ايندي آهي. هر هڪ ڪم لاءِ هڪ وقت ۽ هڪ تدبير مقرر هوندي آهي.
* خداوند تعاليٰ اسان جي حالتن کي ڏسي ٿو. اسان جي تدبيرن جي مٿان خدا جي تقدير ڪارفرما آهي.

(٩٣)

* جيڪڏهن توکي زمانو ڏندن هيٺان چٻاڙڻ وارو به هجي، ته پوءِ به تون نجات جي اميد رک.
* جيڪڏهن توکي ڪو به نقصان پهچي، ته به تون دل نه لاهه، ڇاڪاڻ ته ان کان پوءِ آسانيون آهن.
* ڪي عيش جا صاحب پنهنجي بيمارين جي شڪايت ڪن ٿا، ڪيترا ئي انهن مان شب بيداريءَ جي شڪايت ڪن ٿا ۽ هنن کي سمهڻ نصيب نه آهي.
* ڪيترا ئي اهڙا خوشحال ماڻهو به آهن، جن جي رات خوشيءَ سان گذري ٿي، پر صبح ٿيڻ تي، آهستي آهستي مصيبتون انهن ڏانهن وڌنديون رهن ٿيون.
* جيڪو زماني جي صحبت اختيار ڪري ٿو، ان جي صحبت بري سمجهي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ ته هو زماني جي صفائيءَ کان وڌ آن جي ڪدورت سان دوچار هوندو آهي.

(٩٤)

* اي دنيا ۾ محض صفائي تلاش ڪرڻ وارا، تو بيشڪ هڪ

ناممڪن وجود واريءَ شيءِ جي خواهش ڪئي آهي. تون ان ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيندين .

* سمجهي ڇڏ، تہ جيستائين تون زنده آهين، تيستائين تنهنجي آزمائش، نيڪيءَ ۽ بديءَ ۾، آسانيءَ ۽ دشواريءَ ۾ ٿيندي رهندي.

* توکي دنيا ۾، نقصان کان سواءِ فائدو ڪونہ ملندو، ڇاڪاڻ تہ دنيا نفعي ۽ نقصان لاءِ پيدا ڪئي ويئي آهي

* نراسائيءَ ۾ ذلت آهي ۽ پيشقدمي ڪرڻ ۾ بهادري آهي. جيڪو پڇي ٿو، اهو قضا ۽ قدرت کان نجات حاصل ڪري نٿو سگهي .

(٩٥)

* عجب نہ آهي، جو صاف چشمو اڃايل کي سيراب ڪري ڇڏي . پر گندو چشمو اڃايل جي اُڃ کي اڃا بہ وڌيڪ وڌائي ٿو.

* عجب نہ آهي، جو ننگي جسم واري کي لباس ملي وڃي ۽ مظلوم جي امداد ڪئي وڃي.

* عجب نہ آهي، جو هڏين کي ڳنڍڻ وارو، پنهنجي مهربانيءَ سان ٽُٽل هڏين کي آرام پهچائي ۽ اهي جڙي وڃن .

* عجب نہ آهي، جو خدا پريشانين کي آسان ڪري ڇڏي. خدا جي رحم کان مايوس نہ ٿيو.

(٩٦)

* جيڪڏهن زمانو مون کي غمگين ڪري، تہ مون ان تي صبر

ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي؛ ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن وقتي سختي ايندي، ته ڪڏهن آرام به حاصل ٿيندو.

* جيڪڏهن زمانو مون کي خوش ڪرڻ جي ڪندو، ته آءٌ ان تي خوش ڪونه ٿيندس؛ ڇاڪاڻ ته هر ڪا خوشي هميشه ڪانه رهندي آهي. خوشي هڪ حقير شيءِ آهي.

(٩٧)

* جيڪڏهن زماني مون کي غمگين ڪيو آهي، ته ان مون کي خوش به ڪيو آهي. جيڪڏهن مون کي تنگي پيش ايندي آهي، ته ڪڏهن آسودگي به حاصل ٿيندي آهي.

* مون ۾ هر هڪ وقت لاءِ هڪ عادت آهي: جيڪڏهن زمانو مون تي تنگي ڪندو آهي ته صبر ڪندو آهيان، ۽ جيڪڏهن خوش رکندو آهي ته شڪر ڪندو آهيان.

(٩٨)

* مشڪل ۾ پنهنجي نفس تي آساني محسوس ڪر، ڇاڪاڻ ته بيشڪ هر ڪم جو اندازو خدا جي هٿ ۾ آهي.

* اِئين نه ٿئي، جو جيڪو ڪم تنهنجي نفس لاءِ ممنوع آهي، اهو تو کي ڪرڻو پوي، ۽ جيڪو ڪم تنهنجي نفس لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي، ان ۾ ڪا ڪوتاهي ٿئي.

(٩٩)

* منهنجي ڏينهن ۾ اهو ڪهڙو ڏينهن آهي، جڏهن آءٌ موت

کان پچي ٿو سگهان؟ هڪ اهو ڏينهن جنهن ۾ منهنجو موت مقرر ٿيل آهي، ۽ ٻيو اهو ڏينهن جيڪو منهنجي موت جو نہ آهي.

* جيڪو ڏينهن منهنجي موت لاءِ مقرر ٿيل آهي، ان جي تڪليف کان آءٌ هرگز ڪونہ ڊڄندو آهيان: ۽ جيڪو ڏينهن مقرر ٿيل نہ آهي، ان کان مون کي خوف نہ آهي ۽ نہ وري ان جي پرواهہ آهي.

(١٠٠)

* خطا کي اهو ئي خطاڪار اختيار ڪندو آهي، جيڪو پنهنجي نفس کي چپ چاپ ڪوتاهيءَ ڏانهن ويندي ڏسندو آهي.

* هر شخص اهو ئي ڪم ڪندو آهي، جنهن جي هو لائق هوندو آهي. چڱو چڱن ڪمن جي لائق هوندو آهي ۽ برو وري برن ڪمن جي.

(١٠١)

* انسان ۾ دنيا جو حرص آهي، حالانڪ ان جي صفائي بہ تنهنجي لاءِ ڪدورت کان خالي نہ آهي.

* اڪثر ماڻهو دنيا سان وڙهندا رهن ٿا، جو دنيا انهن سان موافقت نٿي ڪري. اڪثر بيڪس ۽ عاجز اهڙا بہ آهن، جن وٽ، باوجود عدم تدبير جي، دنيا پهچي وڃي ٿي.

* جيڪڏهن ڪنهن جو رزق مقرر ڪيل نہ هجي ها، تہ آن ڪي پنهنجي تدبير سان بہ روزي نہ ملي ها. پر هر ڪنهن کي

هن دنيا ۾ هڪ مقرر ڪيل مقدار جيتري روزي ملندي رهي ٿي.
* جيڪڏهن روزي بازوءَ جي زور يا قوت جي وسيلي ملڻي هجي ها، ته باز، اڏامي، سيني جهرڪين تائين پهچي وڃي ها.

(١٠٢)

* انسانن ۽ جانورن جو پروردگار پاڪ ۽ پيارو آهي. هو پرهيزگارن ۽ بدڪارن ٻنهي جو رزاق آهي.
* جيڪڏهن هڪ بندي جي روزي ٻئي بندي جي هٿ ۾ هجي ها، ته مون کي پروردگار جي ڏنل رزق مان هڪ ذرو به نه ملي ها.

(١٠٣)

* مون ڏٺو ته زمانو، مختلف نمونن ۾، گردش ڪري ٿو. نه غم هميشه رهي ٿو ۽ نه وري خوشي.
* بيشڪ، بادشاهن دنيا ۾ بلند عمارتون ٺهرايون، پر نه اهي بادشاه باقي رهيا ۽ نه وري اهي عمارتون.

(١٠٤)

* دنيا جا سڀ فائدا محض غرور جي خوراڪ لاءِ آهن. ڪنهن به خوشحال لاءِ ڪا به خوشي باقي نه رهندي.
* تون بدبختن کي چؤ ته هو تو سان موافقت ڪن، ڇاڪاڻ ته دنيا جا مصائب گردش ڪندا رهن ٿا.

(۱۰۵)

* هيءَ دنيا طلب ڪرڻ واري لاءِ نہ آهي. هن جي حصي ۾ تہ محض رنج آهي. پر هو آها ڳالهہ ڪونہ ٿو سمجهي.

* جيڪڏهن دنيا ڪنهن وٽ اچي ٿي، تہ آها ديانتدارن جي ديانت کي بہ ڦيري ڇڏي ٿي: ۽ جيڪڏهن پوئتي هٽي ٿي، تہ پنهنجن گهٽگهڙن کي وري پائيتال ۾ مصروف ڪري ٿي.

(۱۰۶)

* اي دنيا، مون توکي مٽائي ڇڏيو. پر تون پنهنجي طالبن لاءِ ڪيتري نہ تلخ آهين ۽ انهن ماڻهن کي تنهنجي طرفان ڪيترو نہ نقصان پهچي ٿو!

* ڪنهن بہ چکڻ واري تنهنجي چڱائيءَ جو مزو ڪونہ چکيو، جيستائين تو پنهنجي شرارت کي ان تي مڙهيو نہ هجي.

(۱۰۷)

* تو دنيا سان بري اميد وابستہ رکي آهي ۽ هي ڪونہ ٿو ڄاڻين تہ، رات گذرڻ کان پوءِ صبح تائين، تون زنده رهي سگهندين يا نہ.

* ڪيترا ئي تندرست ماڻهو بنا ڪنهن بيماريءَ جي مري ويا آهن، ۽ اڪثر بيمار ماڻهو، هڪ زماني کان پئي زماني تائين، زنده رهيا آهن.

(١٠٨)

* تو زماني متعلق حسن ظن قائم ڪري ورتو آهي، جڏهن ته زمانو بهتر هو. پر تون ان جي برائيءَ ڪان ڪونه ٿو ڊڄين، جيڪا هو تو تائين پهچائڻ وارو آهي.
* راتين توکي سلامت رکيو ۽ تون (دنيا) تي فريفته ٿي وئين، حالانڪ راتين جي صفائيءَ اندر ئي ڪدورت به پيدا ٿيندي آهي.

(١٠٩)

* ماڻهو گذريل زماني کي برو يا ڀلو سمجهن ٿا، حالانڪ زماني ۾ بذات خود ڪا به تبديلي نه ٿيندي آهي.
* آءٌ راتين کي ڏسان ٿو ته اهي منهنجي زماني وانگر گذرن ٿيون، ۽ ڏينهن کي ڏسان ٿو ته اهي به اسان تي وري اچن ٿا.
* آسمان بارش کي اسان کان ڪونه روڪيو آهي، ۽ نه وري اسان لاءِ سج يا چنڊ کي گرهڻ لڳائي آهي.
* تون هن کي ٻڌاءِ ته جيڪو زماني جي گردش جي مذمت ڪري ٿو، تنهن جڻ زماني تي ظلم ڪيو ۽ ماڻهن جي مذمت ڪئي.

(١١٠)

* ڪيترا ئي نوجوان اهڙا آهن، جيڪي دنيا کي سڀ ڪجهه سمجهن ٿا. انهن لاءِ جڻڪ هن کان پوءِ آخرت ٿيندي ئي ڪانه.

* ڪي تہ اهڙا بہ آهن، جن جي دنيا تہ خراب آهي، پر ان جي پويان هنن لاءِ عمدي آخرت آهي.
* ڪو وري اهڙو بہ آهي، جنهن ٻنهي کي حاصل ڪري ورتو آهي.
* ڪي اهڙا بہ آهن، جيڪي ٻنهي کان محروم آهن. انهن لاءِ نہ دنيا آهي ۽ نہ وري آخرت.

(١١١)

* مون زماني جي انقلاب کي سٺ سالن تائين آزمايو آهي ۽ اُن زماني جي تنگيءَ ۽ آسودگيءَ، ٻنهي قسمن جي حالتن ۾ رهيو آهيان.
* مون، دين کان پوءِ، ڪشاده دستيءَ کان وڌيڪ ڪا بہ چڱي شيءِ ڪانہ ڏٺي؛ ۽ ڪفر کان پوءِ، محتاجيءَ جهڙي بدترين شيءِ ڪانہ ڏٺي.

(١١٢)

* افسوس، محتاجن جي گهرن ۾ سدائين، ايتري قدر جو انهن جي قبرن تي بہ، ذلت جي خاڪ رهي ٿي.

(١١٣)

* تنهنجو اهو دليل، تہ محتاجي مالداريءَ کان بهتر آهي ۽ غريب مالدارن کان چڱا آهن، هن ڳالهہ مان ملي ٿو تہ دولتمند اڪثر ڪري الله جا نافرمان ٿي وڃن ٿا، پر تون

ڪنهن فقير کي، فقيريءَ سبب، خدا کان نافرمان ٿيندي ڪونہ ڏسندين.

(١١٤)

* بي‌حيائي بي‌حيا کي دوزخ ۾ گهلي وڃي ٿي.
* آنهيءَ شخص تي شرم اچي ٿو، جيڪو پنهنجي رات تہ آرام سان گذاري ٿو، پر سندس پاڙيسري بکيو ۽ پراڻن ڦاٽل ڪپڙن ۾ رهي ٿو.
* ڪمزور جي دل ٽوڙڻ ۽ ان تي ظلم ڪرڻ ۽ ٻرن کي نيڪن جي مقابلي ۾ آڻڻ بي‌شرمائي آهي.
* جيڪا شيءِ توکي فائدو پهچائي، تنهن جو قدر نہ ڪرڻ تنهنجي لاءِ شرم جي ڳالهہ آهي.
* آنهيءَ شخص لاءِ بہ شرم آهي، جيڪو پنهنجي دشمن کان تہ لڪي ٿو، پر دوستن جي مقابلي ۾ چيريندڙ ڦاڙيندڙ شينهن وانگر ٿي وڃي ٿو.
* آنهيءَ لاءِ بہ شرم آهي، جيڪو هونءَ تہ ماڻهن ۾ مقدم هجي، پر لڙائيءَ جي موقعي تي پوئتي پڇڙ وارو هجي.

(١١٥)

* چاہ تو اِهو نہ ڏنو آهي تہ درياءَ جو پاڻي بہ خشڪ ٿي ويندو آهي ۽ ان جي مڇين تي مصيبتون نازل ٿي پونديون آهن.
* چاہ تو اِهو نہ ڏنو آهي تہ محتاجيءَ جي وقت مالدار ٿيڻ

جي اميد ڪٿي ويندي آهي ۽ دولتمنديءَ جي وقت محتاجيءَ جو ڀي خوف رهندو آهي.

(١١٦)

* جڏهن شرارت وڌي ويندي آهي، ته صبر ڀي اوترو ئي وڌندو آهي، جئن اهو ماڻهو ٻن پٿرن جي وچ ۾ مُشڪ آهي.
* مُشڪ کي مهٽ ايندي، ته خوشبوءِ ڀي تيز ٿيندي. سو آزاد انسان شرارتن ۽ مصيبتن تي صبر ڪندا آهن.

(١١٧)

* آءٌ چاهيندو آهيان ته ماڻهو منهنجي ڪشاده دليءَ کان خوش وهن ۽ اهو ڀي ته مون کان پوءِ منهنجي قبر تي زياده دعائون گهرن.
* ۽ هو مون کي پنهنجي محفلن جو ساٿي بنائين ۽ جيڪڏهن آءٌ انهن جي نظرن کان غائب ٿي وڃان، ته منهنجو ذڪر خير ڪن.

(١١٨)

* پاڪ باطن انسانن جي صحبت اختيار ڪر، چاڪاڻ ته جڏهن توکي ڪنهن مدد جي ضرورت پوندي ته اهي ٿوڻين مثل هوندا ۽ اهي تنهنجي لاءِ پشت پناهه وانگر هوندا.
* هزار دوست ۽ ساٿي گهڻا نه آهن، پر هڪ دشمن ڀي گهڻو آهي.

(٢١٩)

* ذهنجي اندر ۾ نه صفائي آهي، نه وري ڪنهن لاءِ ڪو فائدو، جنهن جو ڪو اندازو لڳائي سگهجي. مون توکان پنهنجا ڪم ۽ تعلقات الڳ ڪري ڇڏيا آهن.
* جيڪڏهن تون اچا به رهجي وئين ته ڪنهن به بزرگيءَ جو اميدوار نه هوندين ۽ جيڪڏهن مري وئين ته ذلت جي لائق آهين ۽ دوزخ جي باهه ۾ وجي پوندين.

(٢٢٠)

* جيڪڏهن تون چاهين ته آزاد ٿي وڃين، ته غلامن وانگر رنج ۽ محنت برداشت ڪر، ۽ بني نوع انسان جي مال ۾ لالچ واري اميد نه رک.
* اُئين نه چؤ ته ڪسب ڪرڻ وارو ذليل آهي، ڇاڪاڻ ته ماڻهوءَ لاءِ اهڙو تصور ڪرڻ ئي ذليل ڪرڻ وارو آهي.

(٢٢١)

* جيڪڏهن تو ڪجهه به ڪونه ٻوڪيو آهي ته ٻوءِ تون ٻين کي لڻندو ڏسي، پنهنجي ڪوتاهيءَ تي شرمندو ٿيندين.
* قيامت جي ڏينهن، تقوا کان سواءِ ٻي ڪا به شيءِ نه هوندي، جنهن کي تون پنهنجو توشو بنائي سگهين.

(٢٢٢)

* وارن جي سفيدي موت جي نشاني آهي ۽ پيريءَ جي شروعات

آهي. اها تنهنجي وارن لاءِ موت آهي ۽ وارن جي موت کان پوءِ تنهنجو وارو آهي.

* جڏهن تون ڏسين تہ مٿي ۾ سفيد وار پکڙجي ويا آهن، تہ اهو تنهنجي لاءِ (پنهنجي موت جو) چتاءُ آهي.

(١٢٣)

* آءٌ علي آهيان. پڇو تہ اوهان کي معلوم ٿي ويندو جڏهن جنگ ۾ منهنجو مقابلو ڪندؤ، تہ واپس پوئتي موٽڻو پوندوَ.

* منهنجي تلوار ڪاٽڻ واري آهي ۽ آن جو قر چمڪي ٿو.

* حضرت حمزو اهل الخير آهي ۽ حضرت جعفر منهنجو همعصر آهي. هنن جا بازو جنت ۾ سرسبز آهن.

* حضرت فاطمہ منهنجي زال آهي، ۽ آها فخر جي باعث آهي. اهو فخر صرف مون کي حاصل آهي.

(١٢٤)

* تنهنجي زندگيءَ جون ساعتون ڳڻيل آهن. جڏهن هڪ گهڙي بہ گذري وڃي ٿي، زندهہ رهنڊڙ جو چڙرو زندگيءَ کان الڳ ٿيندو وڃي ٿو.

* توکي اها شيءِ هر حال ۾ فنا ڪري ڇڏيندي، جيڪا توکي زندهہ رکيو ٿي اچي. الڳ ڪرڻ وارو توکي پري اڇلي ڇڏيندو، ۽ انهيءَ ڳالهہ ٿي توکي ڪو بہ افسوس نہ ٿيڻ گهرجي.

* هن جسم ۾ صبح ڪندين تہ شام جو وري بغير جسم جي

هوندين. توکي ايتري سمجهه نه آهي، جو انهيءَ مان پنهنجي مصيبت جو اندازو ڪري سگهين.

(١٢٥)

* علم هڪ زينت آهي. تون علم حاصل ڪر. جيستائين زنده آهين، علم جو طالب ٿي رهه ۽ ان مان فائدو حاصل ڪندو رهه.
* علم جي طرف توجهه ڏي. خدا تي ڀروسو ڪر، ۽ انهيءَ علم جي ذريعي، هر چيز کان بي نياز ٿي وڃ. بردبار، عاقل ۽ عالم ٿيءُ.
* علم پرائڻ کان عاجز نه ٿيءُ. يا اُن ۾ ڪوشش ڪر، يا ان ۾ مستغرق ٿي وڃ.
* جوانمرد، خدا پرست، پرهيزگار ۽ متقي ٿيءُ.
* جيڪو به آدابن جو خوگر هوندو، تنهن تي قوم جي سردار جو سايو رهندو ۽ پيا سردار هن کان الڳ ٿي ويندا.
* هدايت حاصل ڪريو. علم سڀ کان عمدي دولت آهي. خدا جي فضل سان، طالب علم لاءِ علم حاصل ڪرڻ نهايت آسان آهي.

(١٢٦)

* جيڪو به حادثو پيش اچي، ان لاءِ الله تعاليٰ تي الزام نه ڌر. هر ڪم ۾ خوش رهه ۽ آساني پيدا ڪر.
* هر ڪم ۾ آساني پيدا ٿي سگهي ٿي. صبح ۽ شام ڪرڻ واري لاءِ ئي صبح ۽ شام ايندي آهي.

(١٢٧)

* سڀ تعريف خدا پاڪ لاءِ آهي. ان جو ڪو بہ شريڪ نہ آهي. صبح شام ان جي تعريف ڪرڻ منهنجي عادت آهي.
* منهنجو ڪو بہ مونس نہ رهيو آهي، جيڪو منهنجي غمخواري ڪري. صرف هڪ ئي همدرد آهي، جنهن جي انس ڪان آءٌ ڏجان ٿو.
* جيتري قدر ٿي سگهي، ماڻهن ڪان پري رهہ. ۽ اهڙي ماڻهوءَ جي طرف تہ هرگز رجوع نہ ٿيءُ، جنهن جي نجات جو توکي يقين نہ هجي.
* بندو اهڙيءَ شيءِ جي آرزو ڪندو آهي، جنهن کي هو حاصل ڪري نہ سگهندو آهي، حالانڪ موت منهنجي نفس ڪان وڏيڪ ويجهو آهي.

(١٢٨)

* توکي ساهہ کڻڻ ۽ اک ڇنڀڻ جي عرصي ۾ بہ موت کان بي خوف نہ رهڻ گهرجي، خواه تون نگهبانن ۽ دربانن جي وچ ۾ محفوظ ڇو نہ هجين.
* تون يقين ڪر، هر هڪ زره پوش ڏانهن موت جو تير نڪري چڪو آهي.
* تون نجات جي توقع ڪرين ٿو، پر نجات جي رستي تي ڪونہ ٿو هلين. تحقيق، ٻيڙي خشڪيءَ ۾ هلي نہ سگهندي آهي.

(١٢٩)

* سلامتي هجي آنهن قبر وارن تي، جيڪي منجي ويا

آهن. ڇاڪاڻ ته اهي اسان جي محفلن ۾ هٿا ئي ڪونه،
* ڇاڪاڻ ته هنن ٿڌي پاڻيءَ جو ڍڪ ئي ڪونه پريو هو، يا تازين ۽ خشڪ شين کي چکيو ئي ڪونه هو.

(١٣٠)

* ڪامل انسان پنهنجي نقصان تي سڀ کان زياده ويچارڻ وارو آهي، ۽ پنهنجي خواهشن ۽ لالچ تي صبر ڪرڻ وارو آهي.
* اهڙي شخص جي سلامتيءَ جو خواهان رهه، جيڪو تنهنجي قربت ڳولي ٿو. جنهن جي صحبت کان تون راضي نه آهين، تنهن کان پرهيز ڪر.

(١٣١)

* ڪنهن به ڳالهه لاءِ، عافيت کي بوجه تصور نه ڪر، ۽ ڪنهن به تڪليف کي، آسان هئڻ سبب، سولو نه سمجهه.
* جيستائين تون بي نياز رهي سگهين ٿو، تيستائين ڪاوش ۽ پٽ ڪوهه ڇڏي ڏي. ڇاڪاڻ ته ڪيترا ئي ماڻهو، پنهنجي ڪاوش ۽ پٽ ڪوهه سبب، پنهنجي لاءِ هلاڪت آڻڻ وارا ٿي پوندا آهن.

(١٣٢)

* عنقريب، آءٌ پنهنجو مال هر انهيءَ شخص تي بخش ڪري ڇڏيندس، جيڪو غالب اچي ويندو. آءٌ اهو مال ادا ڪرڻ ۽ زڪوات ڏيڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيندس.
* پوءِ، اهو چاهي بخشش ڪرڻ وارو هجي ته، آءٌ پنهنجي

مال سان ان جي آبرو بچايان، ۽ يا تہ هو ڪميڻو هجي، تہ ان جي سلامت ڪان پنهنجي آبرو محفوظ رکي سگهان.

(١٣٣)

* جيڪڏهن خدا تنهنجي محتاجيءَ ۾ راضي آهي، تہ ڏو ڪي ان منجهان ستت بهتري ۽ ڀلائي ڏيندي.
* جيڪڏهن خدا اُن ۾ راضي نہ آهي، تہ ان محتاجيءَ جي راهہ ۾ ڪا نہ ڪا شيءِ مانع ٿي پوندي، جيڪا اُن کي روڪي وجهندي.

(١٣٤)

* زماني جي ڳالهين تي صبر ڪر. ڪنهن تي بہ غصو نہ ڪر. لوح محفوظ ۾ بہ انهيءَ ڳالهہ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي.
* انهيءَ گهر ۾ قيام نہ ڪر، جتي ڪو فائدو نہ هجي. تنهنجي لاءِ زمين ڪشادي آهي ۽ رزق جي گهٽائي آهي.

(١٣٥)

* انسان جو ننڊ ۾ هٿڻ سنڌس بيداريءَ ڪان بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي عملن جي ڪاتب فرشتن کي بيداريءَ جي حالت ۾ خوش رکي نٿو سگهي.

(١٣٦)

* ڪميڻن ماڻهن سان احسان ڪري، تون ان کي ضايع نہ ڪر. اهو احسان رائگان ۽ برباد ٿي ويندو.

* اهڙو نيڪيءَ جو ڪم ڪنهن آزاد ماڻهوءَ سان ڪر، ته جيئن اهو ڪم مُشڪ ٿي پوي ۽ اُن جي خوشبوءِ پکڙجي وڃي.

(١٣٧)

* بردباريءَ جو خزانو ٿي پوُ، ۽ ڪنهن کي ايذاءَ رسائڻ کان پرهيز ڪر. پوءِ تون جلدي پنهنجي انهيءَ عمل جي نتيجي کي خود ڏسڻ ۽ پڙڻ وارو هوندين.

(١٣٨)

* تنهنجو سچو پاءُ اهو آهي، جيڪو تو لاءِ ڪوشش ڪري ٿو ۽ جيڪو توکي آرام ۽ نفعي پهچائڻ لاءِ جهد ڪري ٿو.

* ۽ سچو دوست اهو آهي، جيڪو ڪنهن ڪم ۾ توکي پريشان ڏسي، ته تنهنجي اطمينان لاءِ خود پريشان ٿي وڃي.

(١٣٩)

* وفا ختم ٿي ويئي آهي. هاڻي نه بخشش رهي آهي ۽ نه وري ڪا اميد. ماڻهن ۾ سواءِ نااميديءَ ۽ بي صبريءَ جي ٻيو ڪجهه به نه رهيو آهي.

* پوءِ صبر ڪر، الله تي اعتماد رک ۽ ان جي رضاجوئي ڪر، چاڪاڻ ته هو ئي بهترين ڪريم آهي.

(١٤٠)

* جيڪڏهن ڪو به حادثو توکي غمگين ڪري، ته ان تي

بي صبري نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ تنگيءَ جي وقت صبر ڪرڻ ۾ (مشڪلات جو) حل آهي.

* تحقيق، جڏهن ڪنهن اهل ڪرم تي ڪا تنگي پيش ايندي آهي، تہ هو ان تي بي صبري ڪونہ ڪندو آهي.

(١٣١)

* دنيا جي طمع ترڪ ڪر، ۽ سهل زندگيءَ جي آرزو نہ ڪر.
* مال جمع نہ ڪر. توکي خبر نہ آهي تہ تون آهو ڪنهن جي لاءِ جمع ڪري رهيو آهين.
* توکي اها خبر بہ نہ آهي تہ توکي پنهنجي زمين ۾ دفن ڪيو ويندو يا پرائيءَ ۾.
* بهرحال رزق تقسيم ٿيل آهي. ان جي گهٽائيءَ لاءِ ماڻهوءَ جي ڪوشش بيڪار آهي.
* جيڪو لالچ رکي ٿو اهو محتاج آهي، ۽ جيڪو قناعت ڪري ٿو آهو غني آهي.

(١٣٢)

* مصيبت مٿان مصيبت اچڻ هن ڳالهہ جي نشاني آهي تہ توکي هوس کان باز رهڻ نٿو اچي.
* حالتن جي ڦيرگهير مان توکي اهو سمجهڻ گهرجي تہ سڀ نيون شيون پراڻيون ٿي ونديون ۽ فصل لٽيا ويندا.

(١٣٣)

* بک ۾ رهڻ جو بک پرهيزگاريءَ جو ثبوت آهي. بيشڪ گهٽو

عرصو بکيو رهڻ وارو هڪ ڏينهن بهتر ٿي ويندو.
* صغير گناهن کان پرهيز ڪري چاڪاڻ تہ اهي بہ عقريب جمع ٿي ڪبير ٿي ويندا.

(۱۴۴)

* جيڪڏهن آءٌ ويهي سوچيان، تہ منهنجا گناهہ تمام گهڻا آهن ۽ پر منهنجي پروردگار جي رحمت انهن کان وڌيڪ آهي.
* مون کي نيڪي ۽ احسان ڪرڻ ۾ ڪا بہ لالچ نہ آهي. البت، خدا جي رحمت جي گهڻي لالچ رکان ٿو.
* جيڪڏهن منهنجي نجات ٿي تہ اها صرف رحمت سبب ٿيندي. پر جيڪڏهن نجات نہ ٿي، تہ آءٌ ڇا ڪري سگهندس.
* هو ئي منهنجو مالڪ، منهنجو معبود، منهنجو پروردگار ۽ منهنجو محافظ آهي. آءٌ انهيءَ ڳالهہ جو اقرار ڪريان ٿو ۽ عاجزي ڪريان ٿو.

(۱۴۵)

* تنهنجي نعمتن سبب، يا انهيءَ عذاب سبب جيڪو تون دفع ڪرين ٿو، آءٌ تنهنجو حمد چوان ٿو.
* تون جيڪو چاهين ٿو، سو ڪرين ٿو. ۽ تون اهڙيءَ جڳهہ تان پڌرين ٿو، جتان پيو ڪو بہ پڌي ڪون ٿو سگهي.

(۱۴۶)

* اي بخشيندڙ ۽ برتريءَ وارا، سڀ تعريف تنهنجي لاءِ آهي.

تون مٿانھون آھين. جنھن کي چاھين، بخش ڪرين ٿو ۽ جنھن کي چاھين، تنھن کان بخشش روڪين ٿو.
* اي منھنجا معبود، منھنجا پروردگار، منھنجا پناھگاھ ۽ منھنجا مولا، آءٌ تنگيءَ توڙي آسودگيءَ ۾، تو اڳيان ئي آھ ۽ زاري ڪريان ٿو.
* اي منھنجا معبود، جيتوڻيڪ منھنجيون خطائون بيانت آھن، پر تنھنجي بخشش منھنجي گناھن کان بلند، برتر ۽ وسيع آھي.
* اي منھنجا معبود، مون پنھنجي نفس جي ھرخواھش کي پورو ڪيو آھي، پر ھاڻي تہ آءٌ ندامت جي رڻ ۾ پيل آھيان.
* اي منھنجا معبود، تون منھنجي حالت، منھنجي محتاجيءَ ۽ بينوائيءَ کي ڏسين ٿو ۽ منھنجي پوشيده رازن کي ڄاڻين ٿو.
* اي منھنجا معبود، تون مون کي پنھنجي عذاب کان پناھ ۾ رک، ڇاڪاڻ تہ انھيءَ کان آءٌ ذلل ۽ پريشان آھيان ۽ تنھنجي حضور ۾ عاجزيءَ سان اچڻ وارو آھيان.
* اي منھنجا معبود، قبر ۾ منھنجي دليلن جي وڙن وقت تون منھنجو ساٿ ڏيندين، تہ پوءِ وڃي قبر منھنجي لاءِ ننڊ جو مقام ٿيندي.
* اي منھنجا معبود، جيڪڏھن تون مون کي ھڪ ھزار سالن تائين بہ عذاب ۾ گرفتار رکندين، تہ پوءِ بہ منھنجي اميد جي رسي توکان نہ ڇڄندي.
* اي منھنجا معبود، تون مون کي ان وقت معافيءَ جي رحمت

سان‌نواز، جڏهن نہ اولاد ڪم ايندو ۽ نہ وري مال.

* اي منهنجا معبود، جيڪڏهن تون منهنجي حفاظت نہ ڪندين، تہ آءٌ برباد ٿي ويندس؛ پر جيڪڏهن تون منهنجو محافظ هوندين، تہ آءٌ بچي ويندس.

* اي منهنجا معبود، جيڪڏهن تون صالحن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ نہ بخشيندين، تہ پوءِ انهيءَ بدڪار جو سهارو ڪير ٿيندو، جيڪو حرص ۽ هوس جي پٺيان ٿي هلندو رهيو آهي.

* اي منهنجا معبود، جيتوڻيڪ مون پرهيزگاريءَ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي، پر هاڻ بخشش لاءِ ٻاڏايان ٿو.

* اي منهنجا معبود، منهنجا گناهہ جبلن کان بہ وڏي ويا، پر تنهنجي بخشش منهنجي گناهن کان بہ مٿي آهي.

* اي منهنجا معبود، مون پنهنجي جهالت سبب خطا ڪئي آهي، پر تنهنجي معافيءَ جو اميدوار آهيان.

* اي منهنجا معبود، تنهنجي احسانن جو ذڪر منهنجي جگر جي سوز کي دور ڪري ٿو. ۽ جيڪي گناهہ ڪيا اٿم، انهن جو ذڪر منهنجي اکين جا ڳوڙها جاري ڪري ٿو.

* اي منهنجا معبود، جيڪڏهن تون پنهنجي طرفان رحمت ۽ راحت نہ پهچائيندين، تہ تنهنجي ڪرم کان سواءِ منهنجو ڇوٽڪارو ڪيئن ٿي سگهي ٿو!

* اي منهنجا معبود، جيڪڏهن تون مون کي رسوا ڪندين، تہ پوءِ ٻيو ڪير آهي، جنهن کان شفاعت جي توقع رکان.

* اي منهنجا معبود، جيڪڏهن تون مون کي نا اميد ڪندين ۽ ڇڏي ڇڏيندين، ته پوءِ منهنجي لاءِ ٻيو ڪهڙو سهارو آهي ۽ آءٌ ڇا ڪري سگهندس!

* اي منهنجا معبود، نيڪ شخص ٿي تنهنجي محبت رکي ٿو ۽ شب بيداري ڪري ٿو، توسان راز ۽ نياز ڪري ٿو ۽ دعا گهُري ٿو، پر غافل شخص سمهيو رهي ٿو.

* سموري موجودات، تنهنجي فضل ۽ ڪرم جي اميدوار آهي ۽ تنهنجي رحمت تي ڀروسو رکي ٿي ۽ بهشت جي طمع رکي ٿي.

* اي منهنجا معبود، منهنجو حشر حضرت محمد صلعم جي دين تي ڪر. آءٌ تنهنجي طرف مائل آهيان، خوفزده آهيان، فرمانبردار آهيان ۽ عاجز آهيان.

* اي منهنجا معبود، منهنجا سردار، مون کي پنهنجي عظيم شفاعت کان محروم نه ڪر، ڇاڪاڻ ته تون شفاعت قبول ڪندڙ آهين.

(١٣٧)

* پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي، پنهنجي آخرت لاءِ، ثمر موڪل، ڇاڪاڻ ته سڀاڻي دنيا مان ڪوچ ڪرڻو اٿيئي.

* ويجهي سفر (موت) جو اهتمام ڪر. اهو سفر گهڻيءَ دوريءَ وارو آهي.

* پنهنجي سفر جي توشي ۾، خدا جو خوف ۽ تقوا اختيار ڪر، ۽ ائين سمجهه ته تنهنجو موت ايندڙ رات کان اڳ اچڻو آهي.

* پنهنجي روزيءَ تي قناعت ڪر، چاڪاڻ ته عين بي‌نيازي اها آهي. جيڪو قناعت نٿو ڪري، محتاجي آن جي بلڪل ويجهو آهي.
* ڪميڻن جي صحبت کان پرهيز ڪر، چاڪاڻ ته آهي توکي خالص دوستيءَ کان پري رکندا ۽ رکو ڏيکاءُ ڪندا.
* اهي آنهيءَ وقت تائين تنهنجا دوست رهندا، جنهن وقت تائين تون آنهن کي خوش رکندو ايندين. ۽ جڏهن به تو پنهنجو هٿ روڪي ورتو، ته پوءِ انهن جو زهر تنهنجي لاءِ تيار آهي.
* اهڙي ڪنهن شخص سان جيترو به ممڪن ٿي سگهي پنهنجو راز نه اور، چاڪاڻ ته هو تنهنجي رازن جو پردو کولي ڇڏيندو.
* تون ڏسين ٿو ته جيئن هو پنهن جا راز کولي ٿو، تيئن تنهنجا راز به کولي وجهندو.
* جيڪڏهن توکي ڪنهن جي رازن جو رازدار بڻايو وڃي، ته اڏون کي پوشيده رک: پنهن جي عيبن کي نه آگهاڙ.
* سوال پڇڻ کان سواءِ، ڪنهن به محفل ۾، ڪا به گفتگو نه ڪر، چاڪاڻ ته آها بي‌ادبي آهي.
* ميڪنهن ماڻهوءَ جي متعلق، هن جي خاموشي ڇڱو گمان پيدا ڪري ٿي. پوءِ چاهي اهو نادان، بي‌عقل ۽ احمق ڇو نه هجي.
* چرچي ڀوڳ کي ترڪ ڪر، چاڪاڻ ته مزاحيه گفتگو تڪليف کي تنهنجي طرف آڻي ٿي، ۽ ان جي توکي ڪا به

خبر نہ هوندي آهي.
* پنهنجي پاڙيسريءَ جي همدرديءَ کي رائگان نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ اهڙو ماڻهو ڪڏهن بہ عزت حاصل ڪري نہ سگهندو.
* جڏهن ڪو خطاڪار پنهنجي لغزش جي معافي چاهي، تہ توکي معافي ڏيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ خدا پاڪ جو ثواب تمام وسيع آهي.
* زماني جي حادثن تي بيصبري نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ بيصبرو زماني جي حادثن تي حوصلي کان ڪم وٺي نٿو سگهي.
اهڙن ڪمن ۾ پيءُ جي اطاعت ڪر، جن لاءِ هو توکي وصيت ڪري، ڇاڪاڻ تہ پيءُ جو فرمانبردار ڪڏهن بہ خراب ۽ ذليل نہ رهندو آهي.

(١٣٨)

* اي گنهگارو، اوهين نااميد نہ ٿيو. بيشڪ خدا پاڪ مهربان ئي مهربان آهي.
* ثمر ۽ سامان کان سواءِ، توهين هرگز سفر نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ رستو خوفناڪ ئي خوفناڪ آهي.

(١٣٩)

* جيڪڏهن توهين وڏن مرتبن جو خواهشمند آهين، تہ احسان ڪرڻ فرض سمجهہ ۽ بخل کان باز رهہ.
* جيڪڏهن ڪو بہ شخص توتي زيادتي ڪري، تہ ان کي درگذر ڪر، ڇاڪاڻ تہ (زيادتيءَ جي) بدلي وٺڻ وارو (خدا) ڪافي آهي.

(١٥٠)

* دنيوي مال ۾ بخل ڪان ڪم نہ وٺ، ڇاڪاڻ تہ اهو بخل تنهنجي آڏو اچڻ وارو آهي. دنيوي مال کي ڏيڻ يا خرچ ڪرڻ سان ان ۾ ڪا بہ گهٽتائي نٿي اچي.

(١٥١)

* فنا ٿيڻ واريءَ شيءِ جي فنا ٿيڻ تي مون کي ڪو بہ افسوس نہ آهي. تون مون کي انهيءَ تي افسوس ڪندي نہ ڏسندين.

* خدا پاڪ جيڪو ڪجهہ منهنجي لاءِ مقرر ڪيو آهي، اهو هرگز ڪونہ بدلبو ۽ ڪنهن ٻئي کي ڪونہ ملندو.

* تعريف آهي انهيءَ خدا جي، جنهن جو ڪو بہ مٽ ثاني نہ آهي. (هن جي اڳيان) مون ۾ ڪا بہ قوت نہ آهي، حالانڪ منهنجي قوت (هونءَ) بلند آهي.

* آءٌ تڪليفن توڙي آرام تي رضامند آهيان. منهنجي لاءِ انهن ۾ ڪا بہ حيرت جي ڳالهہ نہ آهي.

(١٥٢)

* شال خدا اسان کي مٺي جزا ڏئي، ڇاڪاڻ تہ هو اسان لاءِ اسان جي والدين کان بہ وڌيڪ سٺو ۽ زياده مهربان آهي.

* موت، جانين کي، اذيت کان جلدي نجات ڏئي ٿو ۽ ان گهر جي ويجهو پهچائي ٿو، جيڪو بلند ۽ بدتر آهي.

(١٥٣)

* اي منهنجا مالڪ، آءٌ پنهنجي دل جي بدولت مشهور هوس، ۽ اي منهنجا مالڪ، آءٌ حق گوئيءَ سان موصوف هوس.
* اي رب، تون ان وقت کان آهين، جڏهن پيو ڪو به نور ڪونه هو، جنهن مان روشني حاصل ٿئي ها ۽ زماني جي تاريڪي ختم ٿي سگهي ها.
* اي منهنجا مالڪ، تو اسان انسان ذات جي پرورش ٻيءَ مخلوق کان نرالي نموني سان ڪئي — اهڙي نموني سان، جيڪو وهم ۽ گمان ۾ به اچي نٿو سگهي.
* جيڪو به، ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان، خدا جي تشبيهه ۽ مثال ڏيڻ جو ارادو ڪري ٿو، اهو عاجزيءَ سبب حيران رهي ٿو.
* تون سندس قدرت جي موج کي بلند مقامن تي ڏسندين — اهڙي موج جيڪا رکيل هوا جي عمل کي به متحرڪ بنائي ٿي.
* اهڙي شخص کي ڇڏي ڏي، جيڪو حق جي معاملن ۾ جهڳڙو ڪري ٿو ۽ انهن ۾ شبهو ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته جيڪو به اِئين شڪ ڪري ٿو، تنهن جي راهه تي آفت نازل ٿئي ٿي.
* دوست نواز سان دوستي رک — اهڙي دوست سان، جيڪو پنهنجي اڳواڻ سان وفادار رهي ٿو ۽ چڱين خوبين ۾ پنهنجي اڳواڻ کان متاثر رهي ٿو.
* رهنمائي ڪندڙ، پنهنجي هدايتن ڏيڻ سبب، دنيا ۾ مشهور ٿي ويو، ايتري قدر جو هو آسمان جي مٿان به خوشحال رهندو.

* ڏڍن مخلوق کان بي‌نياز ٿيءُ. رب پاڪ تي توڪل ڪر، ڇاڪاڻ ته سچي تي توڪل ڪرڻ سبب ڪوڙي کان بي‌نياز رهندين.
* خدا جي فضل مان رزق جي تلاش ڪر، ڇاڪاڻ ته خدا کان سواءِ ٻيو ڪو به رزق ڏيڻ وارو نه آهي.
* جنهن کي اها بدگماني آهي ته رزق سندس پنهنجي اختيار ۾ آهي، ته پوءِ اُن کي ڄڻڪ پنهنجي رب تي ڪو به ڀروسو نه آهي.
* جيڪڏهن ڪو چوي ته انسان مون کي غني ڪري سگهي ٿو، ته هن ڄڻڪ پنهنجي ٻنهي پيرن سان، زبردست اُچي مقام تان، لغزش کاڌي.

(١٥٤)

* جيڪڏهن عقل ۽ سچائيءَ سان دولت حاصل ٿي وڃي ها، ته منهنجو تعلق آسمان جي ستارن سان هجي ها.
* پر، جنهن کي عقل جي روزي ملي آهي، سو دولت کان محروم آهي، ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي هڪٻئي جا متضاد آهن.

(١٥٥)

* آءٌ صرف انهيءَ تي مطمئن آهيان، جيڪو رب پاڪ منهنجي مقدر ۾ ڏنو آهي. مون پنهنجو معاملو خدا پاڪ جي سپرد ڪري ڇڏيو آهي.

* تحقيق رب پاڪ ڳڌريل معاملن ۾ اسان تي احسان ڪيو آهي ۽ اينڌڙ معاملن ۾ به هو احسان ڪندو.

(۱۵٦)

* آءٌ جتي به رهان، منهنجو علم مون ساڻ رهندو ۽ منهنجي دل آن جو ٺڪاڻو آهي، نه ڪو پيو خالي برتن يا ڪا صندوق.
* جيڪڏهن آءٌ وطن ۾ رهان ته به علم مون ساڻ گڏ رهندو، يا جيڪڏهن ٻاهر وڃان ته اهو مون سان ٻاهر به گڏ هوندو.

(۱۵۷)

* آءٌ ڏسان ٿو ته دنيا عنقريب وڃڻ واري آهي ۽ تڪا قدم ڪٿي وسڻي وڃڻ واري آهي.
* دنيا ڪنهن به زنده رهڻ واري لاءِ قائم رهڻ واري نه آهي، ۽ نه وري ڪو زنده رهڻ وارو دنيا ۾ باقي رهندو.

(۱۵۸)

* مون کي افسوس آهي دنيا تي ۽ ان جي اسبابن تي، چاڪاڻ ته اهي رنج ۽ غم لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن.

(۱۵۹)

* مون سير ڪيو، انهيءَ لاءِ ته جيڪو شخص ملي، ان کان پڇان ته هنن انسانن ۾ ڪو سچو دوست آهي؟
* ماڻهن چيو ته ٻه شيون نادر ۽ ناياب آهن: هڪ سچو

دوست ۽ پيو سيمرغ جو آنو.

(١٦٠)

انسان جو عاجز يا بيوس هئڻ، ادراڪ جي ذريعي معلوم ٿي سگهي ٿو، پر پروردگار جي راز معلوم ڪرڻ جي ڪوشش به شرڪ ۾ داخل آهي.

(١٦١)

* هر انهيءَ ڪم ۾، جيڪو توهان لاءِ باعث غم آهي، رب پاڪ ڪافي آهي. اُن ڪان سواءِ پيو ڪو به (مددگار) نه آهي. سو، پنهنجي همت کي بلند رکو.

(١٦٢)

* اي منهنجا پروردگار، سون صرف تنهنجي طرف ۽ صرف تنهنجي طرف ئي رخ ڪيو آهي. اَءٌ پنهنجي دلي خواهش سان، تنهنجي رضا جو متلاشي آهيان.

(١٦٣)

* فرض ڪر ته دنيا تنهنجي موافق آهي. ته ڇا، تو وٽ موت ڪونه ايندو؟

* تون دنيا سان رهي ڇا ڪندين، جڏهن ته اُن جو ميل اڌ راهه جو سنگ به تنهنجي لاءِ ڪافي آهي.

(١٦٤)

* تون پنهنجي سيني کي موت لاءِ مضبوط بناءِ، ڇاڪاڻ ته

موت تو وٽ ضرور ايندو. موت کان ان وقت به نه گهٻراءِ، جڏهن تنهنجي آسپاس اچي پهچي.

(١٦٥)

* جنهن ڪي ڪميٽيءَ دنيا فريب ڏنو، ان بيشڪ نقصان پاتو. اها اهڙي شيءِ آهي، جيڪا زماني وارن کي فائدي سان گڏ نقصان به پهچائي ٿي.

* دنيا اسان وٽ خوشنما عورت جي لباس ۾ آئي. ان جي آرائش سندس عادتن جهڙي آهي.

* تڏهن مون ان کي چيو: ”مون کان سواءِ، ڪنهن ٻئي کي وڃي ڏوکو ڏي، چاڪاڻ ته آءٌ توکان ڪناره ڪش آهيان. مرد آهيان. نادان نه آهيان.“

* فرض ڪريو ته دنيا اسان وٽ خزاني ۽ جواهرات سان آئي، ۽ ان ۾ قارون جو سمورو خزانو ۽ قومن جي بادشاهت به هئي:

* ته ڇا، اهي سڀ شيون فنا جي طرف ڪونه موٽنديون؟

* تنهنڪري، اي دنيا، مون کي ڇڏي، ڪنهن ٻئي کي وڃي دوکو ڏي، چاڪاڻ ته آءٌ بي‌تعلق آهيان هر انهيءَ شيءِ کان، جيڪا تو وٽ آهي، يعني تنهنجي عزت، بادشاهت ۽ عطا کان.

* بيشڪ، منهنجي نفس صرف ايتري قناعت ڪئي، جيتري مقدر ۾ لکيل هئي. دنيا، تنهنجو ۽ تنهنجي مشڪلاتن جو حال يڪسان آهي.

* آءٌ خدا جي سامهون قيامت جي ڏينهن وڃڻ کان ڊڄان

تو ۽ اهڙي عتاب کان ٻه ڏچان ٿو، جيڪو ٿيو ته ڪڏهن ٻه ڪونه گهٽبو.

(١٦٦)

* دنيا هلندڙ سايي مثل آهي، يا ان مهمان وانگر آهي جيڪو هڪ رات ترسي هليو ويندو.
* يا انهيءَ خواب وانگر آهي جيڪو سمهڻ وارو ڏسي ٿو، يا انهيءَ ڪنوڻ وانگر آهي جيڪا چمڪو ڏيئي وڃي ٿي.

(١٦٧)

* اي دنيا جي معاملن ۾ مشغول شخص، بيشڪ توکي دنيا جي اميدن دوکو ڏنو آهي. پر موت اوچتو اچي وڃي ٿو ۽ قبر طويل اميدن جي صندوق آهي.
* تون هميشه غفلت ۾ مبتلا آهين — ايتري قدر، جو موت تو وٽ اچي پهتو آهي!

(١٦٨)

* فرض ڪر ته دنيا، افراط مال سان گڏ، تو وٽ ڏڪبي اچي ٿي. پوءِ چا، ان کي فنا جي طرف موٽڻو نه آهي؟
* اهڙيءَ شيءِ ۾ توکي ڪهڙي اميد آهي، جيڪا پاڻ رهڻي ئي نه آهي. بيشڪ، دنيا جون راهون ڪيس بدلائي ڪري ڇڏينديون.

(١٦٩)

* جيڪڏهن تون دنيا کي نفيس ٿو سمجهين، ته خدا جي ثواب

جو درجو تہ ان کان بہ وڌيڪ بلند ۽ برتر آهي.
* جڏهن تہ انسان جا بدن موت لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن، تنهنڪري انهن جو خدا جي راهہ ۾ تلوار سان قتل ٿيڻ زياده بهتر آهي.
* جڏهن تہ سمورو مال فنا ٿيڻ لاءِ آهي، تہ پوءِ ڪهڙي ضرورت آهي جو اهڙي مال لاءِ ايترو بخل ڪجي.

(١٧٠)

* دنيا مون کي فريب ڏيڻ چاهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ آءٌ ان جي حال کان غير واقف آهيان. آءٌ تہ ان جي حرام خواه حلال کان پرهيز ڪريان ٿو.
* دنيا پنهنجو ڪاٻو ۽ ساڄو هٿ مون ڏانهن ڊگهيريو، پر مون انهن کي ٺڪرائي ڇڏيو.

(١٧١)

* انسان سٺ سالن تائين زنده رهي ٿو. ان مان اڌ عمر تہ راتين ۾ گذري ويندي آهي.
* سندس عمر جو چوٿون حصو ائين گذري وڃي ٿو، جو هو ساڄي ۽ ڪابي هٿ ۾ امتياز ڪري نٿو سگهي.
* ٽئين حصي ۾، هو اميدون ۽ لالچون ڪري ٿو. ان حصي ۾ ڌنڌي ۽ اهل عيال جو دخل آهي.
* عمر جي باقي حصي ۾ بيماريون ۽ پيري آهي ۽ ڪوچ ڪرڻ جو ارادو آهي.

* اھڙيءَ طرح، انسان جي وڏيءَ عمر لاءِ خواهش محض بي سمجھي آھي. ھن جي عمر جي ورهاست ته اڃا ائين آھي.

(١٤٢)

* زمانو گذري ويو ۽ ان جا ڏينهن به گذري ويا. ان جي عرصي جا صرف گناه ئي رهجي ويا آھن.

* دنيا ۾ تنھنجي خوشي محض غرور ۽ حسرت آھي ۽ تنھنجي زندگي مشڪل ۽ ٿوري آھي.

* دنيا مان سفر جو سامان ٻڌي ڇڏ، جو توکي سفر ڪرڻو آھي. جلدي ڪر، ڇو ته موت اچڻ وارو آھي.

* ڄاڻي ڇڏ ته دنيا سوار جي منزل کان سواءِ ٻيو ڪجھ به نه آھي، جنھن شام جو اٺ هشايو ۽ صبح جو ڪوچ ڪيو.

(١٤٣)

* سڀني ھڻ جي شڪايت نه ڪر، ڇاڪاڻ ته ڪمزور کي ڇڏيو ويندو آھي ۽ ٿلھو ذبح ڪيو ويندو آھي.

* پنھنجي دل کي تواضع جو نڪاٽو بناءِ، ڇاڪاڻ ته تحقيق شريف ماڻھوءَ لاءِ تواضع خوبيءَ جو باعث آھي.

* ۽ جڏھن توکي قوم جي معاملن ۾ ھڪ رات لاءِ به نگران بنايو ويو آھي، ته ياد رک ته انھيءَ قوم جي باري ۾ توکان پڇاڻو ڪيو ويندو.

* ۽ جڏھن تون ڪنھن جنازي کي قبر جي طرف نيڻ لاءِ کڻين، ته ھي ڄاڻي ڇڏ ته ان کان پوءِ توکي به کنيو ويندو.

* اي سهڻيءَ ۽ منقش قبر جا پوڇيندڙ، شايد هيءَ قبر ۾ اهو گردن ۽ اهي هٿ پوريل هجن، جن کي قبر جو رنگين هئڻ ڪوبه فائدو ڪونه ڏيئي سگهي ۽ انهن تي عذاب جي زنجيرن جا ڳورا پند لڳل هجن.
* اهل دنيا جي نعمتن ۽ بادشاهت تي قريب نه ڪاءُ، ۽ ان تي چريو نه ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته بادشاهت ۽ نعمت پنهي کي فنا ۽ زوال آهي.

(١٤٣)

* ڪهڙي نه عمدي آهي دنيا ۽ ان جو اقبال، جڏهن ان جو حاصل ڪندڙ خدا جي اطاعت ڪندڙ آهي.
* جيڪو شخص پنهنجي دولت سان ماڻهن جي غمخواري نٿو ڪري، اهو جلد دنيا جي اقبال کي ذلت ۽ خواريءَ سان پيش اچي ٿو.
* تنهنڪري، اي سڄڻيا، دولت ڪان پرهيز ڪر ۽ پنهنجي دنيوي مال مان اهڙي شخص کي ڏي، جيڪو سوال ڪري.
* انهيءَ ڪري، جو بيشڪ خدا عرش جو صاحب ۽ ڪثيرالعطا آهي. هڪ داڻي جي عيوض، ان جهڙا هو پيا ڪيترا ئي داڻا وڌائي ٿو.
* مون ڏٺو آهي اهڙن دولت وارن کي، ته هنن شڪرگذاريءَ جي طرف توجه ڏنو ۽ دولت انهن ڏانهن رخ ڪيو.
* انهن پنهنجي مال سبب ۽ ڪنجوسيءَ ڪري، دنيا تي تڪبر ڪيو ۽ انهيءَ مال کي قلفن ۾ بند رکيو.

* جيڪڏهين هو به نعمتن جو شڪر ادا ڪن ها ته ڪين انهيءَ شڪرگذاريءَ جو ڀي بدلو ملي ها.

(٢٧٥)

* اهي جبلن جي چوٽين تي رهندا هئا ۽ قوي ۽ طاقتور ماڻهو انهن جي نگراني ڪندا هئا - پر جبل جي چوٽيءَ به انهن کي ڪو فائدو ڪونه پهچايو.

* ۽ اهي پنهنجي پناهگاهن تان هيٺ قبرن ڏانهن لاٿا ويا - اها جڳهه لهڻ لاءِ ڪيتري نه بري آهي.

* انهن جي دفن ٿيڻ کان پوءِ انهن جي پٺيان آواز ڪندڙن پڪاريو ته "هاڻي اهي تخت، تاج ۽ شاهي خلعتون ڪٿي آهن.

* "اهي چهرا ڪٿي آهن، جيڪي جاهه ۽ جلال جي پردي ۾ رهندا هئا ۽ انهن جي سامهون پردا لٽڪيل هوندا هئا."

* جڏهن قبر کي سوال ڪيو ويو، ته ان قبر واري جا حالات کولي ڏنا. اها ئي شيءِ آهي، جنهن تي هاڻ ڪيڙا مڪوڙا پيا گهمن.

* انهن تي عذاب جي مدت ڊگهي ٿي ويئي، جاڪاڻ ته انهن دنيا ۾ رکو کاڌو ۽ پيتو. پوءِ ان کائڻ پيئڻ جي ڊگهي عرصي کان پوءِ اهي خود کاڄي وڃڻ وارا ٿي پيا.

* انهن، ڊگهي عرصي تائين، مال حاصل ڪيو ۽ جمع ڪيو، پوءِ اهو دشمنن لاءِ ڇڏي ويا ۽ پاڻ به رمندا رهيا.

* اڪثر ماڻهن ڊگهيون ماڙيون تعمير ڪرايون هيون ته اهي کين محفوظ رکي سگهنديون. پوءِ انهن، انهن اهڙين جڳهن

کان علحدگي اختيار ڪئي ، ۽ پاڻ ئي آڏان تڪري ويا.
* انهن جون جايون خالي رهجي ويون ۽ خوفناڪ ڦي پيون ۽ انهن جاين ۾ آهي رهڻ وارا قبرن ۾ پهچي ويا .
* خلافت جي صاحبن کان پڇ ، ته جڏهين موت آيو ، ته انهن جون فوجون ، گهوڙي سوار ، گهوڙا ، نوڪر چاڪر سڀ ڪيڏانهن ويا .
* هاٿي اهي خزانا ڪٿي آهن ، جن جون ڪنجيون ٻه هيون ، ۽ اهي طاقتور ساٿهن ڪي ٻه ، ڪٿڻ وقت ، ٽڪائي وجهنديون هيون .
* اهي نوڪر ڪٿي آهن ، جن کي تون سامان سان گڏ ، ساڀهون رکندو هئين ، ۽ اهي انهن جون تلوارون ۽ نيزا هاٿي ڪٿي آهن .
* ڪٿي آهن اهي نوجوان گهوڙي سوار ۽ پيادا . انهن آخر ڇا ڪيو . ڪٿي آهن اهي تلوارون ، نيزا ۽ باريڪ تير .
* اهي مددگار جماعتون ڪٿي آهن . اهي پنهنجي مالڪ لاءِ مددگار ٿي ڇو نه سگهيون ، جڏهن ته هو زمين تي پيو رهيو ۽ دانهون ۽ فرياد ڪندي پئي ڏنائونس .
* اهي بهادر مرد ڪٿي آهن ، جيڪي غصي جي حالت ۾ بگڙي ويندا هئا . اهي حمايت ڪرڻ وارا ڪٿي آهن ، جن جي ذريعي هو پنهنجن دوستن جي نگراني ڪرائيندا هئا .
* اهي تير انداز ڪٿي آهن ، جڏهن ته تو وٽ موت جا تير اڏامندا اچي پهتا آهن .
* رشتن ۾ موت کي ڪونه روڪيو ، ۽ موت وقت ، جادوءَ ۽

تدبيرن سان به کو فائدو کونہ پهتو.

* اِنهن عزيزن نہ تنهنجي کا مدد کئي ۽ نہ وري موافقت ۽ توکي موت جي حوالي کري ڇڏيائون. تنهنجي اعمالن سبب، جن جو تون مرتکب هئين، ڇا حال آهي تنهنجي قبر جو. هاڻي تہ اتي کو بہ کونہ ايندو ۽ نہ وري ان جي پير ۾ کو ماڻهو ڦرندو.

* تنهنجي يادگيريءَ جو ڇا حال ٿيندو. توکي تہ متروک ۽ فراموش ڪيو ويندو. هاڻي تہ اهي سڀ تنهنجي مال جي تقسيم ۾ مشغول آهن.

* هاڻي تنهنجي محل جو ڇا ٿيندو. اهو زبون ۽ هيبتناک ٿي ويندو، ۽ انهيءَ تي کو بہ افسوس کونہ کائيندو. ان کي چئني طرفن کان خوف ۽ هراس گهيري ونندو.

* انهيءَ امر کان انکار نہ کر تہ 'دنيا کنهن بادشاهہ وٽ بہ قائم کانہ رهندي.'

* اهڙو شخص ابديءَ حيات جو اميدوار ڇو آهي، جڏهن تہ سندس روح موت جي رسين ۾ ٽنگيل آهي؛

* ۽ سندس جسم موت جي تيرن جو نشانو بنيل آهي ۽ ان جي بادشاهت ان کان زائل ٿيڻ واري ۽ منتقل ٿيڻ واري آهي.

(۱۰٦)

* طويل عمر لاءِ کا بہ راهہ نہ آهي. منهنجي ۽ موت جي وچ ۾ کا بہ شيءِ حائل نہ آهي.

* منهنجو موت سان همڪشين ۽ ساٿي ٿي وڃڻ هڪ يقيني ڳالهه آهي.

* زماني جو حال مختلف آهي، جيڪو صبح ۽ شام آهو ڪري ٿو. انهن حالتن ۾ به، جيئري بت ۾ روح ۽ رت ته جاري آهي.

* حق جي منزل اها آهي، جنهن کان وڌيڪ بلند ٻيو ڪو به مقام نه آهي. هر هڪ شخص لاءِ، انهيءَ منزل طرف هڪ رستو کليل آهي.

* اُهي زماني جي بيمارين کي ڏسان ٿو ته اهي بيشمار آهن. ۽ دنيا جو رهواسي موت جي اچڻ تائين بيمار رهندو آهي.

* آءٌ البت اهڙي شخص جو مشتاق آهيان، جنهن کي پنهنجو محبوب سمجهندو آهيان. منهنجي لاءِ ان ڏانهن ڪو رستو آهي، جنهن ڏانهن آءٌ مائل آهيان.

* پڌائڻ وارن جدائيءَ جي باري ۾ ڪيترا ئي داستان بيان ڪيا آهن، پر آءٌ اهي داستان جدا ٿيڻ ۽ لڏڻ وقت بيان ڪندس.

* ٻن دوستن جي وچ ۾ جدائيءَ جو اچڻ لازم امر آهي.

* بيشڪ، رسول الله کان پوءِ، بي بي فاطمه جو جدا ٿيڻ انهيءَ ڳالهه جو ثبوت آهي ته ڪو به محبوب هميشه نه رهندو آهي.

* ان جي وڃڻ کان پوءِ، منهنجي زندگي ئي ڇا آهي؟ تنهنجي زندگيءَ جو قسم، هيءَ جدائي اهڙي آهي، جنهن جو ڪو چارو نه آهي.

* جڏهن منهنجي زندگي به ختم ٿي ويندي، ته بيشڪ روئڻ

وارن جو روئڻ ڪي ٿورا ڏينهن رهندو.
* بيشڪ، هر جوان اها خواهش ڪندو آهي ته منهنجو دوست ڪڏهن به نه مري. پر، جنهن ڳالهه جي هو خواهش ڪندو آهي، ان ڏانهن هن لاءِ ڪو به رستو ڪونه آهي.

(١٤٧)

* آءٌ انهيءَ مهمان (نئين چاول ٻار) جو آدر ڀاءُ ڪريان ٿو، جيڪو نازل ٿئي ٿو؛ ۽ انهيءَ دوست کي خدا جي حوالي ڪريان ٿو، جيڪو انتقال ڪري وڃي ٿو.
* جوانيءَ منهن موڙيو، جڏهن اها هئي ئي ڪانه. پيري نازل ٿي، جڏهن اها هميشه کان ئي هئي.
* پيري جڏهن صبح وانگر ظاهر ٿي، پر جواني چوڏهينءَ جي چنڊ مثل آهي، جا غائب ٿي ويئي.
* خدا پيري ۽ جواني آرام سان گذاري! هو ئي ڪهڙو نه بهتر مولا آهي، ۽ اهو ئي سندس ڪهڙو نه عمدو معاوضو آهي.

(١٤٨)

* سياڻي ماڻهوءَ، مصيبتن جي اچڻ کان اڳ، پنهنجي ذهن ۾ انهن جو تصور ڪري ڇڏيو آهي.
* هاڻي، جيڪڏهن اها مصيبت اوچتو اچي ٽٽندي، ته ان جو ڪو به خوف ڪونه ٿيندس، ڇاڪاڻ ته هن جي نفس ۾ ان مصيبت جو خيال اڳ ئي موجود هو.
* هن اهڙي ڪم کي ڏٺو آهي، جيڪو نتيجي تائين پهچي

ڇڪو آهي. بس، هن جي ابتدا خاتمي کي وڃي پهتي.
* جاهل ماڻهو پنهنجا ذينهن امن امان ۾ سمجهندو آهي، ۽ انهن مصيبتن کان غفلت ۾ رهندو آهي، جيڪي گذري وينديون آهن.
* جيڪڏهن زماني جو انقلاب، ڪجهه مصيبتن سان گڏ، اوچتو اچي پهچي، ته هو دانهون ڪندو آهي.
* جيڪڏهن هن اهڙي وقت پنهنجي هوشياريءَ کان ڪم ورتو، ته پوءِ اها ئي هوشياري کيس انهن مصيبتن ۾ صبر ڪرڻ سيکاريندي.

(١٧٩)

* جيڪڏهن سڀ مصيبتون گڏ ڪيون وڃن، ته انهن ۾ بدترين آفت بخل آهي. ۽ بخل کان وڌيڪ بري آفت وعدي خلافي ڪرڻ ۾ آهي يا ان جي وفا ۾ دير ڪرڻ ۾ آهي.
* اهو وعدو بهتر نه آهي، جنهن ۾ ڪوڙ شامل هجي؛ ۽ اهڙي قول ۾ بهتري نه آهي، جيڪو عمل ۾ نه اچي.
* جيڪڏهن تون عقلمند ۽ عالم نه آهين، ته تنهنجو مثال اهڙي ماڻهوءَ جهڙو آهي، جنهن کي جتي ته آهي، پر پير ڪونه اٿس.

(١٨٠)

* جيڪڏهن علم صرف آرزو ڪرڻ سان ئي حاصل ٿي وڃي ها، ته دنيا ۾ ڪو به جاهل نه رهي ها.

* ڪوشش ڪندو رهه، ڪاهلي نه ڪر. غفلت نه ڪر، ڇاڪاڻ ته غفلت ڪرڻ واري لاءِ آخر ۾ ندامت آهي.

(١٨١)

* اسين پاڻ ۾ خدا جي طرفان ڪيل ورهاست تي رضامند آهيون ته اسان جي لاءِ علم آهي ۽ دشمنن ۽ جاهلن لاءِ مال آهي :

* ڇاڪاڻ ته مال لاءِ زوال ۽ فنا جلد اچڻ واري آهي ۽ علم باقي رهڻ وارو آهي ۽ ڪڏهن به زائل نه ٿيندو.

(١٨٢)

* بيشڪ، بي‌نياز اهو آهي، جيڪو دل سان بي‌نياز هجي. ۽ اهو بي‌نياز نه آهي، جيڪو مال سان بي‌نياز هجي.

* اهڙيءَ طرح، ڪريم اهو آهي، جيڪو پنهنجي اخلاق سبب ڪريم هجي؛ ۽ اهو ڪريم نه آهي، جيڪو صرف پنهنجي قوم ۽ اولاد لاءِ ڪريم هجي.

* اهڙيءَ طرح، فقيه اهو آهي، جيڪو پنهنجي حال جو فقيه هجي، ۽ اهو فقيه نه آهي، جيڪو قول ۽ گفتار جو فقيه هجي.

(١٨٣)

* بي‌موقعي، زياده گفتگو نه ڪر، ۽ خاموشيءَ کي هميشه قائم رک، جيڪا عقل کي زينت بخشڻ واري آهي.

* جوانمرد ۽ پهلوان به پنهنجي زبان جي لغزش سبب مري

وڃي ٿو، حالانڪ قدم جي لغزش سبب هو ڪونہ ٿو مري .
* تون پريشان نہ ٿيءُ ۽ پنهنجي قول جو پردو فاش نہ ڪر؛ ڇاڪاڻ تہ تون پنهنجي قولن جي لغزش سبب زياده دشمن پيدا ڪري وٺندين .

(١٨٤)

* جڏهن تون غني ٿي ويندين، تہ ماڻهو تنهنجي عزت ڪندا، بشرطيڪ پنهنجي مال کان بي‌نياز هجين: ڇاڪاڻ تہ هر ڪ غني ۽ بي‌نياز ماڻهن جي نظرن ۾ باعزت هوندو آهي .
* بي نيازي ماڻهن کي زينت بخشيندي آهي. جيڪو رات جو مهمان نوازي ڪري ٿو ۽ ڏينهن جو بخشش ڪري ٿو، اهڙو ماڻهو ڪڏهن بہ محتاج نہ ٿيندو آهي .
* غني ۽ بي‌نياز ڪڏهن بہ بخيل نہ هوندو .

(١٨٥)

* پنهنجي نفس جي سنڀال ڪر ۽ ان کي اهڙيءَ شيءِ لاءِ آماده ڪر، جيڪا ان کي زينت بخشي. تون سلامتيءَ سان زندگي بسر ڪر، تہ تنهنجي لاءِ ماڻهن جي گفتگو بهتر رهي .
* ماڻهن ۾ صرف خوبيون ڳول، پوءِ چاهي زمانو توسان موافق رهي، يا دوست توتي جفا ڪري .
* جيڪڏهن اڄ تنهنجي روزيءَ ۾ ڪمي ۽ تنگي آهي تہ صبح تائين صبر کان ڪم وٺ. شايد صبح تائين زماني جون تڪليفون توکان دور ٿي وڃن .

* غني دل وارو شخص بلند مرتبي وارو بہ هوندو آهي، خواه سندس دولت ٿوري ئي ڇو نہ هجي.
* ان ماڻهوءَ جي اندر ۾ چڱائي نہ هوندي، جنهن جي طبيعت رنگ مٽائيندي رهي ٿي: ڇاڪاڻ تہ جڏهن هوا ڦري ٿي، تہ پوءِ اهڙي طبيعت هر طرف مڙي سگهي ٿي.
* جڏهن تون دنيوي مال وٺڻ کان بي پرواهہ هوندين، تہ تون غني رهندين. دل جي سُچائي بخل آهي.
* جيڪڏهن تون گهٽ ۾ گهٽ تي اچين تہ ماڻهو تہ ڪيترا ئي آهن، البت آزمائش جي وقت آهي تمام ٿورا ٿي پوندا.

(١٨٦)

* جيڪڏهن تون تنگدست بہ ٿي وڃين، تہ بہ بيقرار نہ ٿيءُ، ڇاڪاڻ تہ تو ڪافي عرصي تائين ڪشاده دستيءَ ۾ گذاريو آهي.
* خدا کان نا اميد نہ ٿيءُ، ڇاڪاڻ تہ ان کان نا اميد ٿيڻ ڪفر آهي. شايد ٿوري وقت ۾ رب توکي مالدار بنائي ڇڏي.
* پنهنجي پروردگار لاءِ بدگمان نہ ٿيءُ، ڇاڪاڻ تہ هو نيڪيءَ ۽ بديءَ کان بي نياز آهي.
* ڏو اهو ڪونہ ڏٺو آهي ڇا تہ تنگيءَ کان پوءِ ڪشادگي اچي ٿي؟ ان لاءِ خدا جو قول سچو ۽ درست آهي.

(١٨٧)

* آءٌ وقت بوقت ماڻهن کي آزمائيندو رهيو آهيان. مون ڏٺو تہ متڪبر ماڻهو پنهنجي مال سبب ئي مغرور آهي.

* مون شين جي ڪڙاڻ کي چڱيءَ طرح چکيو آهي. سوال ڪرڻ جي تلخيءَ کان وڌيڪ تلخي ٻيءَ ڪنهن به شيءِ ۾ نہ آهي.

(١٨٨)

* منهنجي نزديڪ، ڪنهن جبل تان ڳوري پٿر جو هيٺ لاهڻ بهتر ۽ سهل آهي ماڻهن جي احسان کڻڻ کان.
* ساڻهو چون ٿا تہ پورهئي ڪرڻ ۾ عار آهي. آءٌ چوان ٿو تہ سوال ڪرڻ جي ذلت ۾ عار آهي.

(١٨٩)

* آءٌ دنيا جي انهن، آن جي احسان کڻڻ خاطر، پيش ڪونہ ٿو پوان، ۽ عزت جي مرتبي جي عيوض ذلت کي سلهہ ڪونہ ٿو ڳنهان.
* آءٌ شرسيليءَ ۽ سياهہ اڪ کي ٻي نيڪ سمجهان ٿو. ان کي سرمي جو احسان نہ کڻڻ گهرجي.

(١٩٠)

* منهنجو گهر مسافرن جي پناهہ آهي، جتي ڪو بہ پليل پنڪيل خود بخود اچي سگهي ٿو. منهنجو توشو ان شخص لاءِ جائز آهي، جنهن کي آن جي گهرج آهي.
* مون وٽ جيڪو ڪجهہ موجود آهي، اهو آءٌ پيش ڪريان ٿو، پوءِ چاهي اهو ساڻيءَ ۽ سرڪي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ

نہ هجي:
* وڏي مرتبي وارو ۽ شريف ماڻهو تہ اهڙيءَ شيءِ تي راضي رهندو، پر ڪميڻي ماڻهوءَ لاءِ اهو وبالُ آهي.

(١٩١)

* باهمت شخص جو فقيري حالت ۾ صبر ڪرڻ کيس عالي مرتبت بنائي ڇڏي ٿو، پر بيهمت، صبر کي ڇڏي، پنهنجي عزت کي برباد ڪري ٿو ۽ پاڻ کي ذليل بنائي ٿو.
* باهمت شخص لاءِ ٿوري روزي بہ ڪافي آهي، ڇاڪاڻ تہ فقط ڍڳ لاءِ صرف هڪ ماني ئي ڪافي خوراڪ آهي.

(١٩٢)

* آءٌ اهو آهيان، جنهن جي سموري عزت خدا جي فضل ۽ ڪرم سان قائم آهي — شروعات کان وٺي آخر تائين هو منهنجي عالي مرتبي جو نگهبان آهي.
* جڏهن ڪو نادار ساٿي مون سان گڏ رهي ٿو تہ آءٌ هن کي پنهنجو توشو آڇيان ٿو تہ جيئن هو ڏڍُ ڪري کائي.
* جڏهن ڪو شخص مون وٽ ڪنهن تڪليف جو فرياد ڪندي اچي ٿو تہ آءٌ روشن ستاري وانگر تيزيءَ سان ان جي فرياد رسيءَ لاءِ پهچان ٿو.
* آءٌ پاڙيسرين کي پنهنجي عيال مان تصور ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ تہ هنن، پين ڪهڻ کي ڇڏي، منهنجي گهر کي پنهنجي لاءِ پاڙي طور منتخب ڪيو آهي.

* مون پنهنجي طرفان پوريءَ ذميواريءَ سان اهڙن پاڙيسرين جي حفاظت ۽ سندن اهل عيال جي نگراني ڪئي ۽ ان ۾ ڪا به دوکيبازي نه ڪئي.

(١٩٣)

* آءٌ فراق جي راتين کي خوشيءَ سان پسند ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ ته انهن کان پوءِ وصال جو زمانو اچي ويندو.
* آءٌ وصال وارن ڏينهن کي بهتر ڪونه ٿو سمجهان، ڇاڪاڻ ته ڏسان ٿو ته هر چيز زوال جي طرف مائل آهي.

(١٩٤)

* آءٌ سندس عذاب کان ڊڄان ٿو ۽ سندس بخشش جو اميدوار آهيان. مون کي يقين آهي ته هو حاڪم ۽ منصف آهي.
* جيڪڏهن هو بخشي ڇڏي، ته اهو سندس لطف ۽ ڪرم آهي. ۽ جيڪڏهن عذاب نازل ڪري، ته بيشڪ آءٌ ان جو مستحق آهيان.

(١٩٥)

* خدا جي پناهه ٿو پنان ان وقت لاءِ، جڏهن قيامت ايندي ۽ زمين زلزلي سبب جنبش ڪندي:
* پهاڙ تيزيءَ سان هلڻ لڳندا، جيئن ڪڪرن جي تيزيءَ جو حال ڏسين ٿو.
* صور ڦوڪجڻ جي صدمي سبب، زمين ڦاٽي پوندي. ان وقت

زمين پنهنجي پوچ يعني انسانن کي ٻاهر ڪڍندي.

* زمين پنهنجا احوال پروردگار تائين پهچائيندي. تحقيق، تنهنجي پروردگار ان جي مٿان وحي نازل ڪيو هو.

* هر هڪ چيز پنهنجي جاء تان ظاهر ٿيندي ۽ سڀ ننڍا وڏا، پوڙها جوان، گڏ ٿيندا.

* هر هڪ ماڻهو پنهنجي اعمالن کي اتي موجود ڏسندو، جيتوڻيڪ انهن جو وزن محض هڪ ذري جيترو ڇو نہ هجي:

* رب قادر ان جو حساب ڪندو — پوء اهو حساب يا تہ هن لاء نقصانڪار ثابت ٿيندو يا فائديمند.

* ان وقت، تون ماڻهن کي، بغير شراب پيئڻ جي، نشي واريء حالت ۾ ڏسندين، ۽ اڪ انهن حالتن جو نظارو پسندين، جيڪو ان دهشت ۽ خوف جي وقت آن جي سامهون هوندو.

* جڏهن آءٌ قيامت ڏينهن اٿاريو ويندس، تہ منهنجا گناهہ منهنجي لاء هڪ بلا مثل هوندا ۽ منهنجي لاء ڪو بہ چارو ڪونہ هوندو.

* آءٌ ان وقت کي وساري ويٺس، جنهن لاء صد افسوس! مون نفس کي اهو ڪجهہ ڏنو، جنهن جي هن خواهش ڪئي.

(١٩٦)

* بادشاهن جو شڪار سهڻ ۽ لومڙيون هوندو آهي، پر جڏهن آءٌ سوار ٿيندو آهيان تہ منهنجو شڪار بهادر مرد هوندو آهي.

* جنگي شهسوار منهنجو شڪار آهن ۽ آءٌ جنگ جي وقت،

ڦاڙيندڙ شينهن مثل هوندو آهيان.

(١٩٧)

* توهان لاءِ لازمي آهي تہ ٽن شين کي لڪايو: شجاعت، علم ۽ دولت.

* ماڻهو انهن شين جا دشمن هوندا آهن، ۽ دشمن انهن شين جي زوال تي خوش ٿئي ٿو.

(١٩٨)

* انسان کي مجال نہ آهي، جو هن جي راز جو ادراڪ ڪري سگهي. هو ڀلا ڪيئن الله جي قديم هئڻ جو ادراڪ ڪري سگهندو.

* هو خدا آهي ۽ هن سڀني شين کي پيدا ڪيو آهي. هو نئين ايجاد ڪرڻ وارو آهي. ڦنا ڏيڻ وارو انسان ڀلا ڪيئن انهن ڳالهين جو ادراڪ ڪري سگهندو.

(١٩٩)

* ڪيترا ئي عقلمند، سمجهدار ۽ دانا ماڻهو آهن، جيڪي مفلس ۽ بيمار و مدد گار آهن؛

* ۽ ڪيترا ئي جاهل آهن، جن وٽ جهجهو ناڻو آهي: هيءَ مقرر ڪيل ورهاست خدا غالب ۽ دانا جي طرفان آهي.

(٢٠٠)

* زمانو محض سجاڳيءَ ۽ ننڊ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي. سجاڳيءَ ۽ ننڊ جي وچ ۾ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات ٿيندي.

* هڪ قوم زنده آهي ۽ هڪ قوم مري چڪي آهي. زمانو حڪم مڃڻ وارو آهي. ان تي ڪا به ملامت نه آهي.

(٢٠١)

* جيڪو دنيا جي تعريف ڪري ٿو، سو اها تعريف انهيءَ عيش عشرت سبب ڪري ٿو، جيڪا کيس حاصل آهي. قسم آهي پنهنجي زندگيءَ جو ته عنقريب کيس غمگين ڏيٺو پوندو.
* جڏهن دنيا انسان جي سامهون اچي ٿي، ته اها فتنو بڻجي اچي ٿي. جڏهن پوئتي هٽي ٿي، ته ان جو گهڻو افسوس ٿئي ٿو.

(٢٠٢)

* جڏهن توڻ کنهن نعمت ۾ آهين، ته ان جو لحاظ رک، چاڪاڻ ته گناهه نعمت کي دور ڪري ڇڏي ٿو.
* خدا جي شڪر ڪرڻ سان نعمت جي حفاظت ڪر. بيشڪ، خدا وڏو بدلو ڏيڻ وارو آهي.
* ڪٿي آهن اهي زماني جا سردار، جيڪي ان ۾ وڏا هوندا هئا. اهي سڀ فنا ٿي ويا، ۽ منهنجو پروردگار حاڪم آهي.
* توڻ مالدار هجين يا تنگدست، پر تنهنجي زندگي نيٺ به موت جي غم ۾ ختم ٿيندي.

(٢٠٣)

* ڪميڻن سان دوستي رکڻ کان باز رهه، ۽ بزرگن ۽

شريف زادن سان دوستي قائم ڪر.

* زماني جي هڪ ڏينهن تي به ڀروسو نه ڪر. هن وسيع زماني جو نظام ڌاڳي جي تار مثل آهي.

* الله تي ئي اعتماد رک، جو هو برتر آهي ۽ وڏين نعمتن ۽ وڏي اجر جو مالڪ ۽ مختيار آهي.

* علم جي تلاش ڪر ۽ ان تي بحث ڪر. حرام ۽ حلال ۾ فرق ڪر.

* سختيءَ ۽ ترشيءَ سان گفتگو نه ڪر. پر اهڙي نموني سان گفتگو ڪر، جو رب راضي ٿئي.

* جيڪڏهن ڪو تو سان خيانت ڪري، ته به تون ان سان خيانت نه ڪر. ۽ هميشه پنهنجي ذات ۽ عزت جي حفاظت ۽ فڪر ڪر.

* ساٿين سان ڪينو ۽ بغض نه رک. عداوت ڪندڙن کي بخش ڪر، ته گناهن کان نجات حاصل ڪري سگهين.

(۲۰۴)

* اي ڏسان تو ته آزاد انسان لاءِ احسان ڪرڻ هڪ ديني ڪم آهي، پر غلام ذهن جي ماڻهوءَ لاءِ اهو بار ۽ عيب آهي.

* بارش جا ڦڙا سپن جي پيٽ ۾ موتي ٿي پون ٿا، ۽ نانگ جي وات ۾ پهچي، زهر قاتل ٿي پون ٿا.

(۲۰۵)

* تون پنهنجو راز ڪنهن بزرگ ۽ صاحب ڪرم سان کول.

اهڙي شخص وٽ تنهنجو راز محفوظ رهندو.
* سون وٽ تنهنجو راز اهڙي دروازي اندر آهي، جو دروازو بند آهي، ۽ ان جي ڪنجي گم ٿي ويل آهي ۽ دروازي تي مهر لڳل آهي.

(٢٠٦)

* جڏهن تون اقتدار جو صاحب هجين، ته ان وقت ظلم نه ڪر، ڇاڪاڻ ته ظلم جو چراگاهه انسان کي ندامت ۾ وجهي ٿو.
* اي منهنجا پٽ، مظلوم جي دعا کان ڊڄ، ته جيئن اوندا هين راتين ۾ تو وٽ اُن جا تير نه اچي پهچن.
* جڏهن تون سمهيو پيو هوندو آهين، ته مظلوم بيدار هوندو آهي ۽ تنهنجي لاءِ بد دعا گهرندو آهي. ان وقت خدا جي اک به ننڊ ۾ نه هوندي آهي.

(٢٠٧)

* تون ماڻهن سان ٺٺول نه ڪر، ڇاهي هو توسان ٺٺول ڪن، ڇاڪاڻ ته سون اهڙيون قومون ڪونهِ ڏٺيون آهن، جن پنهن سان ٺٺول به ڪئي ۽ پوءِ به سلامت رهيون.
* اصل زخم ته زبان جو ٿيندو آهي، ۽ تون اها ڳالهه ڄاڻين به ٿو. اڪثر ڳالهيون ته اهڙيون به ٿينديون آهن، جن تي رت وهي هلندو آهي.

(۲۰۸)

* اي ابي طالب، جيڪو پناهہ گھرڻ وارن لاءِ پناهگاهہ هئين، جيئن سالن جي قحط لاءِ بارش. تون اونداهين ۾ نور مثل هئين.
* بيشڪ، تنهنجو گھر ٿي وڃڻ، توکي ياد ڪرڻ واري لاءِ ذڪيو ثابت ٿيو. بيشڪ، تون مصطفيٰ لاءِ بهتر چاچو هئين.

(۲۰۹)

* اي سيد ڪريم جي ڌيءُ، فاطمہ، تون اهڙي نبيءَ جي ڌيءُ آهين، جو هو ڪڏهن بہ ڪنهن برائيءَ جو نشانو نہ ٿيو.
* تحقيق، الله تعاليٰ اڄ اسان وٽ اهڙي يتيم کي آندو آهي، جو جيڪو بہ ان تي رحم ڪندو، اهو رحيم هوندو.
* ان لاءِ وعدو ڪيل جڳهہ جنت آهي، جيڪا آرام جي جڳهہ آهي. الله اها جڳهہ نااهل تي حرام ڪري ڇڏي آهي.
* جيڪو بخل ڪرڻ کان محفوظ رهيو، اهو سلامتيءَ سان زنده رهندو، ۽ بخيل شخص ندامت ۾ ويٺو رهندو.
* ان جو بخل کيس دوزخ ۾ وجهندو، جتي سندس پيئڻ لاءِ پوڻءِ ۽ دوزخ جو گرم پاڻي هوندو.

(۲۱۰)

* خدا جو قسم، جاڻي ڇڏ تہ بيشڪ ظلم بري شيءِ آهي. برو انسان ئي ظلم ڪرڻ وارو هوندو آهي.

* اهڙو شخص، قيامت جي ڏينهن، جزا ڏيڻ واري رب جي سامهون پيش ٿيندو ۽ آن جا مسايل به رب پاڪ جي سامهون پيش ڪيا ويندا.
* دنيا جون لذتون جلد ختم ٿي وينديون. دنيا جا عيش ۽ غم به ختم ٿي ويندا.
* تون سمهيو رهين ٿو، پر موت توکان غافل نه آهي. اي غفلت ۾ سمهڻ وارا، غفلت ۾ ننڊ مان سجاڳ ٿيءُ.
* تون فنا ٿيڻ واري امر کان غافل ٿي ويو آهين، حالانڪ توکي فنا ٿيڻو آهي. دنيا ۾ ڪا به اهڙي شيءِ نه آهي، جيڪا فنا نه ٿئي.

(٢١١)

* مون هن جي مٿي ۾ تلوار هنئي — ڪٽڻ واري تلوار — تيز ڌار واري تلوار.
* انهيءَ تلوار سندس بدن جون هڏيون به ڪپي ڇڏيون ۽ ان جي نڪ کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو.
* آءٌ علي آهيان — تلوار وارو — قيامت جي ڏينهن حوض ڪوثر جو نگهبان هوندس.
* منهنجي پياءُ، نبوت واري، جنهن وقت منهنجي سر تي عمامو رکيو هو، ته فرمايو هو:
* تون منهنجو پياءُ آهين، بزرگيءَ جي کاڻ آهين ۽ اهڙو شخص آهين، جنهن لاءِ مون کان پوءِ امامت جو هئڻ لازمي آهي.

(٢١٢)

* عيش جي سامان خاطر پريشان نہ ٿيءُ. اصل ڳالهہ اِن کان سواءِ بہ ڪجھ بہ نہ آهي، تہ رزق جو ضامن الله ڪريم آهي.
* بي‌نياز رھہ. ٿوريءَ شيءِ تي بہ قانع رھہ. مرندو مري وڃ، پر ڪم ظرف کان سک جي اسباب جي آرزو نہ رک.

(٢١٣)

* جنهن شخص جي سرشت ۾ عادتون عالي هونديون، اهو ئي فضيلتن ۾ آدابن سان آراستہ هوندو ۾ اهو ئي خوبين سان موصوف هوندو.
* ڪنهن کي بہ اها خبر نہ آهي تہ، زماني جي حادثن مان، ڪير ڪهڙي حادثي جو شڪار ٿيڻو آهي.
* جيڪڏهن زمانو توتي ظلم ڪري، تہ توتي لازم آهي تہ صبر ڪر، چاڪاڻ تہ توکي، رب پاڪ جي خاطر، بهتر مقصدن سان محڪم رهڻو آهي.
* جيڪڏهن اهل ڪرم توتي ڪا چڱي شيء عطا ڪن، تہ ان جو توکي شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.

(٢١٤)

* صبر ڪرڻ اهڙيءَ شيءِ جي ڪنجي آهي، جنهن جي اميد ڪئي ويندي آهي. سڀ نيڪيون صبر ڪرڻ مان ئي پيدا ٿينديون آهن.
* پوءِ، تون بہ صبر ڪر، چاهي ڏکن جو زمانو ڪيترو بہ

طويل چو نہ هجي، چاڪاڻ تہ بعض اوقات تہ سرڪش گهوڙا بہ مطيع ٿي پوندا آهن.
* صبر ڪرڻ وارو، اڪثر ڪري، پنهنجي مقصد کي حاصل ڪري وٺندو آهي.

(٢١٥)

* جڏهن تنهنجي اقبال وڌڻ جي هوا هاي، تہ ان کي غنيمت ڄاڻ، چاڪاڻ تہ هوا هلڻ جي پڇاڙي گهٽ ٿي آهي.
* انهيءَ هوا دوران، نيڪي ڪرڻ کان غفلت نہ ڪر، چاڪاڻ تہ توکي اها خبر تہ نہ آهي تہ اها هوا ڪهڙي وقت رڪجي ويندي.

(٢١٦)

* زماني مون کي ادب سيکاريو ۽ نااميديءَ مون کي بي‌نياز ڪري ڇڏيو. قوت مون کي قناعت جو مادو عطا ڪيو ۽ صبر منهنجي پرورش ڪئي.
* مون کي زماني جي تجربي پختو ڪري ڇڏيو آهي، ايتري قدر جو مون ان ماڻهوءَ کي بہ روڪي ڇڏيو، جيڪو مون کي روڪڻ چاهي پيو.

(٢١٧)

* لالچ ۾ اچي، مخلوق جي اڳيان عاجزي نہ ڪر، چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ تنهنجي دين جي لاءِ ذلت جو باعث آهي.

* الله کان ئي رزق جي آرزو ڪر، جيڪو هن جي خزانن ۾ پريل آهي. هن کي پيو ڪو به حڪم ڪرڻو نه آهي، سواءِ ڪ ۽ ن (يعني ڪُن) چوڻ جي.
* بخشش ڪرڻ دين ۽ دنيا ۾ عمدي شيءِ آهي ۽ بخل ڪرڻ بدتر آهي.
* جنهن شخص ۾ تون اميد رکين ٿو، اهو به الله جي مخلوق يعني ڪنهن عاجز پيءُ جو پٽ آهي.
* جيڪڏهن هيئن هجي ها ته عقلمند لاءِ تونگري لازم آهي، ته پوءِ هر عقلمند قارون جهڙو تونگر به هجي ها.
* ليڪن، خدا جي حڪم سان، روزي تارازيءَ ۾ آهي، جيڪا حساب سان، عقلمند ۽ نادان، ٻنهي کي ڏني وڃي ٿي.

(٢١٨)

* جيڪا شيءِ ڏيڍ واري ٿي نه آهي، سا هرگز نه ٿيندي؛ ۽ جيڪو ڪجهه ٿيڻ وارو آهي، اهو جلدئي ٿي پوندو.
* ٿيڻ واري شيءِ، عنقريب، ٿي پوندي. جاهل يا سندس ساٿي رنجيده ۽ غمگين ٿي رهندو آهي.
* هوڏ وارو انسان پنهنجي هوڏ سان ڪوشش ڪري ٿو، پر هن کي ڪجهه به حاصل ڪونه ٿو ٿئي. البت، هيٺو ۽ نماڻو انسان بهره ور ٿي وڃي ٿو.

(٢١٩)

* جڏهن انسان انهيءَ شيءِ تي راضي نٿو ٿئي، جيڪا هن لاءِ

ممڪن هوندي آهي، ته پوءِ سندس حال اهڙا ٿي ويندا رهجي آهن، جهڙا اصل هوندا آهن ۽ ان کان وڌيڪ درست ڪونه ٿيندا آهن.
* پوءِ اهڙي ڪم جي تدبير سوچڻ کان باز اچ، جيڪو برو آهي. شايد، رڳو هڪ ڏينهن لاءِ توکي ڪلڻ نصيب ٿئي، ۽ سڄي سال لاءِ نه.

(٢٢٠)

* دنيا پنهنجي رهواسين لاءِ تبديل ٿيندي رهي ٿي: هر روز ٻه دفعا، يعني صبح جو ۽ شام جو.
* دنيا جو صبح گڏ ٿيڻ لاءِ آهي ۽ شام منتشر ٿيڻ لاءِ.

(٢٢١)

* هي اهڙو زمانو آهي، جنهن جا ماڻهو ڀائيچاري ۾ ننڍا رهن.
* ان جا رهواسي ظالم آهن. انهن جون ٻه زبانون ۽ ٻه وات آهن.
* اهي ماڻهو خوشروئيءَ سان ملن ٿا، پر انهن جي دلين ۾ بغض ۽ کوٽ ڀريل آهي، جنهن کي هو دلين ۾ لڪائي رکن ٿا.
* جڏهن تون انهن جي نظرن کان غائب ٿيندو آهين، ته هو توکي گلا ۽ الزام جا تير هڻندا آهن.
* هن زماني جا ماڻهو اهڙا ٿي آهن. دوستي رکڻ لاءِ توکي ٻه ماڻهو به ڪونه ملندا.

* تون اڪيلو ئي گذار، زمانو توکي ڪنهن به ماڻهوءَ سان مانوس ٿيڻ نه ڏيندو.

(٢٢٢)

* اي فاطمه، تون بزرگيءَ ۽ يقين واري آهين. تون سڀني انسانن جي بهترين پيٽ آهين.
* چا، تون بيڪس ۽ ڏکويل ماڻهوءَ کي ڪانه ٿي ڏسين. بيشڪ، هو دروازي تي ويٺو آهي ۽ هن جي نصيب ۾ روئڻ ئي روئڻ آهي.
* هو پنهنجي رب ڪان دعا پني ٿو ۽ روئي ٿو. اسان سان پنهنجي بک جي شڪايت ڪري رهيو آهي ۽ غمزده آهي.
* هر هڪ شخص پنهنجي عمل ۾ گهيريل آهي. نيڪ ڪم ڪرڻ وارو اهو آهي، جيڪو سهڻو قرض ڏئي ٿو.
* اهڙي شخص لاءِ، جنت ۾ مقام عِليين جو وعدو ڪيل آهي، ۽ انهيءَ جنت کي الله بخيل لاءِ حرام ڪري ڇڏيو آهي.
* بخيل لاءِ، دنيا جي جڳهه غمناڪ آهي ۽ ان کي سِجّين جي طبقي اسفل يعني سڀ ڪان هيٺئين طبقي جي باهه ۾ وڌو ويندو.
* ان جي پيئڻ لاءِ ٽهڪندڙ پاڻي هوندو ۽ بدن جو پسينو. هو ان ۾ مدتن ۽ سالن لاءِ رهندو.

(٢٢٣)

* غصي ڏيارڻ وارين ڳالهين کي آءٌ پڌو اڻ پڌو ڪري

ڇڏيندو آهيان.
* آءٌ بردباري ڪندو آهيان، ڇاڪاڻ ته بردباري مون سان مانوس آهي.
* بيشڪ، آءٌ گهٽي ڳالهائڻ کي ترڪ ڪريان ٿو، ته جيئن مون کي پنهنجي نامناسب ڳالهه جو جواب نه ٻڌايو وڃي.
* توهان ماڻهن کي ڏسي، هرو ڀرو مرعوب نه ٿيو، ڀوءِ ڇاهي هو توهان جي اڳيان سينگارجي اچن ۽ توهان کي فريب ڏيڻ جي ڪن.
* اڪثر ماڻهو اهڙا به آهن، جيڪي ڏسڻ وارن کي، بظاهر، چڱا نظر اچن ٿا، پر حقيقت ۾، اهڙن ماڻهن جون ڪيتريون ئي زبانون آهن ۽ ڪيترا ئي وات.
* اهڙا ماڻهو نيڪين جا بيقدر ۽ برائين کان بيخوف رهن ٿا.

(٢٢٤)

* انسان جو نفس اهڙيءَ شيءِ لاءِ بي صبري ڪندو آهي، جنهن جو هو حاجتمند هوندو آهي، حالانڪ اهڙي حاجتمندي انهيءَ تونگريءَ کان بهتر آهي، جيڪا گمراهه ڪندڙ هجي.
* نفس جو بي‌نياز رهڻ ئي ڪافي روزي آهي. جيڪڏهن انسان ان کان انحراف ڪندو، ته ڀوءِ جيڪو به زمين تي آهي، اهو ان لاءِ ڪافي نه رهندو.

(٢٢٥)

* انسان جي نفس ۾ بي‌نيازي به آهي ته فقيري به.

* قناعت ڪرڻ واري لاءِ گھٽ شيءِ بہ ڪافي ھوندي آھي.
* پنھنجي نفس کي قناعت سان سينگار. ٻيءَ صورت ۾، تنھنجو نفس انھيءَ شيءِ کان بہ وڏيڪ شيءِ جي خواھش ڪندو، جيڪا تنھنجي لاءِ ڪافي آھي.
* تنھنجي عمر طويل نہ آھي، پر توکي جيڪا عمر ڏني ويئي آھي، اھا صرف ايتري عرصي لاءِ آھي، جيسين تون زنده آھين.

(٢٢٦)

* جيڪڏھن تون شيرين ۽ عمدي زندگي گذارڻ چاھين ٿو، تہ ڪنھن سان بہ حسد ۽ بخل نہ ڪر. دنيا جو ڪڏھن بہ حرص نہ رک.

(٢٢٧)

* توکي اھڙو باھمت انسان ٿيڻ گھرجي، جنھن جا قدم تہ خاڪ تي ھجن، پر سر پروين ستارن جي بہ مٿان ھجي.
* مالدار ۽ دولتمند جي بخشش کان انڪار ڪرڻ گھرجي. تون اھڙيءَ شيءِ لاءِ نہ واجھاءِ، جيڪا انھن جي ھٿ ۾ ھجي.
* تحقيق، آب حيات جو وھائي ڇڏڻ، آبروءَ جي وھائي ڇڏڻ کان بھتر آھي.

(٢٢٨)

* نفس دنيا تي ڳوڙھا وھائي ٿو، پر ڇڳيءَ طرح جاڻي ٿو

تہ دنيوي شين جي ترڪ ڪرڻ ۾ ئي حقيقي سلامتي آهي.

* موت کان پوءِ انسان لاءِ ٻيو ڪو بہ مقام نہ آهي، جتي هو قرار ڪري. البت هن لاءِ اهو ئي گهر آهي، جيڪو هن موت کان اڳ پنهنجي لاءِ بڻايو آهي.

* پوءِ جيڪڏهن خوبيءَ سان بڻايو اٿس، تہ ان ۾ رهڻ بهتر آهي؛ پر جيڪڏهن ان کي برائيءَ سان ٺاهيو اٿس، تہ اتي رهڻ ... برو آهي.

* اهي سڀ بادشاه ڪٿي آهن، جيڪي غالب ۽ برسر اقتدار هئا. هاڻي تہ انهن کي موت جي پيالي پيارڻ واري موت جو پيالو پياري ڇڏيو آهي.

* انسان پنهنجي اميدن کي وسعت ڏيندو رهي ٿو ۽ زمانو انهن کي تنگ ڪندو رهي ٿو. نفس اميدن کي پراگنده ڪري ٿو.

* اسان جو مال پونين لاءِ آهي ۽ اسان جا گهر ويران ٿيڻ لاءِ تيار ڪيا ويا آهن.

* دنيا ۾ ڪيترا ئي شهر آباد ڪيا ويا. اهي سڀ برباد ٿي ويا ۽ موت ڪين عزيزن کان بہ وڌيڪ ويجهو ٿي ويو.

(۲۲۹)

* جنهن شخص جي اصل پيدائش پاڪ نہ هوندي، ان جي وات مان بہ ڪا صاف ۽ پاڪ ڳالهہ نہ نڪرندي.

* جيڪڏهن هن جي اصليت پوشيده رهي ٿي، تڏهن بہ

ڪردار مان اندارو لڳائي سگهجي ٿو ته سندس اندر ۾ ڇا آهي.

(۲۳۰)

* علم جي مجلس جنت جو باغ آهي. انسان جي طبيعت جي تيزي سندس هلاڪت جو سبب آهي.
* شريرن جي صحبت کان درياهءَ ۾ لڙهڻ بهتر آهي. جيڪو خاموش رهي ٿو، سو شرمندو نٿو ٿئي.
* بزرگن جي محفل گفتگو جو هڪ قلعو آهي. انسان جي فطرت هن جي زبان جي هيٺان آهي.

(۲۳۱)

* رات جو ٻيهڻ (عبادت ۾) مسلمان جي دل جو نور آهي. موت کي وسارڻ دل جي ڪدورت آهي.
* انڌيري جي نمازن ۾ قبر جو نور آهي. پنهنجي ذات تي غور ڪر، جيستائين وجي تنهنجا وار سفيد ٿين.
* فرش تي قبر جي اطمينان سان سمهي رهه، ڇاڪاڻ ته بي‌نيازيءَ ۾ ئي مراد جو حصول آهي.

(۲۳۲)

* جيڪو ڪجهه تنهنجي لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي، سو ئي توکي ملندو. سخن چين، هڪ ڪلاڪ ۾ مهنن جا فتنا دور ڪرڻ جو ڪم ڪري ڇڏي ٿو.
* صدقو ڏيڻ عمر کي وڌائي ٿو. توکي روزي اهڙيءَ طرح

ٻولي ٿي، جهڙيءَ طرح تون ان کي ڳولين ٿو.

* خوف رکڻ وارو شخص، جڏهن خوف جي مقام تي پهچي ٿو، ته امن حاصل ڪري ٿو. صبر ڪندڙ حاڪم پنهنجي منزلِ مقصود تي پهچي وڃن ٿا.

* انسان پنهنجي سچائيءَ سان وڏا رتبا حاصل ڪري وٺي ٿو. پاڻ پڏائڻ ۽ احسان جتائڻ سان ته اهو به متجي وڃي ٿو، جيڪو ماڻهوءَ جي قسمت ۾ لکيل آهي.

---

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پـين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)